# WOMEN AT WAR

## (ووميِن ايٽ وار)

## عورتن جي جنگ

(اوهان کي شاه بلوط جي شهتيرن وارو هڪ ڪمرو نظر اچي رهيو آهي، جنهن جي دريءَ مان باغيچو نظر اچي رهيو آهي. ساڄي ۽ ڏاٻي طرفن کان دروازا آهن. فرنيچر سهڻو ۽ سڄو شاه بلوط جو آهي. وچ ۾ رکيل ميز تي اڇي ڪپڙي ۾ صاف اگهڙين جو ڍڳ رکيو آهي.

فلاڊيلفيا وچيٽ پراڻين ڌوتل اگهڙين جو سڄو ڪٽي اندر داخل ٿئي ٿي).

فلاڊيلفيا :- پراڻين چادرن جو هيءُ بنڊل مسز ڊيس ڊروڊس وٽان آيل آهي. انهن ۾ ته ٽنگ ٽيل آهن. گهٽين ۾ پر خير، آءٌ سمجهان ٿي ته هلي وينديون. خدا ڪري ته شل انهن جو مضبوط حصو بادشاه ڏانهن وڃي.

نين شولس، فلاڊيلفيا!

فلاڊيلفيا : ها، ها، مون کي معلوم آهي ته هن گهر ۾ ماڻهوءَ کي پنهنجي جذبات کي دٻائي رهڻو پوندو.

لين: ٺيڪ آهي، پر امان کي ڀڄڻ نه ڏجانءِ. بس خيال رکجانءِ.

فلاڊيلفيا- سچ ته منهنجي مالڪياڻيءَ جي طبيعت جي خلاف آهي، جو هوءَ ائين ڀڄي ڪري. آخر هوءَ ڇو نه ٽي طرفداري ڪري. جيئن ڪيس هڪ نيڪ انگريز خاتون وانگر ڪرڻ گهرجي؟ آءٌ ته چوان ٿي ته وڏو فيصلو ڪجي.

نين- هن خان جنگيءَ ۾ ته ڪا عقل جي ڳالهه ٿي ڪانهي. جيڪڏهن هسپانوي يا فرانسيسي هجن ها، ته ڳالهه ٻي هئي- پر پنهنجن ئي ملڪي ماڻهن سان، پاڙيسرين سان، پنهنجن دوستن سان وڙهڻ، سو به هڪ بيوقوف مغرور بادشاهه يا ماسٽر ڪرامويل جهڙي هڪ پوڙهي ڏاهي ڪڙميءَ لاءِ- هڪ بيوقوفي آهي!

فلاڊيلفيا- جنرل ڪرامويل چئو، خاتون! اوهان جي مهرباني.

نين- آءٌ ته وڏو ۾ وڏو ڪين ماسٽر ئي چونديس.

فلاڊيلفيا- ماسٽر ڪرامويل ۽ ماسٽر چارلس ٽن سالن کان وٺي ايمانداريءَ جو پورهيو ڪونهي ۽ هن وقت ملڪ ۾ فقط بيوه عورتون ۽ يتيم ٻار پيدا ڪرڻ جي صنعت زور آهي! تون ڇا ٿي ڀانئين جو امان ڪنهن به ڌر جو طرف نٿا وٺن؟

فلاڊيلفيا- (ٿورو ڏلي ٿي) اوه، مون کي معلوم

آهي ته منهنجي خاتون جي نيڪ دلي ڪيس ائين ڪرائي رهي آهي.

نين:- خدا ڪري ته شل اهو سڄو قصو جلدي ختم ٿي وڃي! جون ٿا ته بادشاهه جو لشڪر هاڻي ڪنهن به مهل پارليامينٽ لشڪر سان ٽڪر کائڻ وارو آهي.

فلاڊيلفيا:- هاڻو ۽ انهن ۾ ايڊلبور جا ڪي ڇوڪرا به شامل آهن- ٻنهي طرفن ۾- آءٌ شرط ٿي رکان ته هو هڪٻئي کي خوب ڪٽيندا.

نين:- امان جو خيال آهي ته ميني ماڻهن کي صلح لاءِ هڪ هنڌ گڏ ڪجي. ڇا، انهيءَ ۾ امان جو ڏوهه آهي جو سڀ مرد ماڻهو پاڳل ٿي پيا آهن؟

فلاڊيلفيا:- ڇا چيئه، پاڳل ٿي پيا آهن؟

نين:- ها، بلڪل پاڳل. آخر اهو جهيڙو ڇا آهي؟ فقط هڪ وڏي گوڙ ۽ گهمسان کان سواءِ ڪجهه به ناهي!

فلاڊيلفيا:- پر جن ماڻهن کي خاموش زندگي پسند ناهي تن لاءِ ته ان ۾ گهڻو ڪجهه آهي. فوجن جي آمدورفت، ۽ توبن ۽ گهوڙن جو هيڏانهن هوڏانهن اچڻ وڃڻ ۽ وري جنگ جون خبرون! آءٌ ته ان وقت پيرن ڀر هوندي آهيان، جڏهن ٽپال ايندي آهي.

(ليڊي شولس اندر اچي ٿي.)

ليڊي شولس:- مارٿن مون کي هڪ لٺيون وڏي

آئي ڏنيون آهن. فوج جا سر جن پڳل ٽڙل هڏن کي جوڙڻ لاءِ انهن جا منتظر آهن. منهنجو خيال آهي ته ڪائين کي اڳڙيون ويڙهي ۽ سبي نرم ڪجي.

نين:- (ڦاٽل چادرون مٿي ڪڍي) هي چادرون ڏس، جيڪي مسزريس ڊرو ڊس موڪليون آهن!

ليڊي شولس:- منهنجو خيال آهي ته اهي ڪاراٽيون ٿينديون. جون بيٺر ٻيڪاڊ مون کي ذري گهٽ ٽوان ٽي رومال ڏنا آهن.

نين:- ته ڇا، هوءَ واقعي اچي رهي آهي؟

ليڊي شولس:- ها، هوءَ ايندي. هن چيو ته هوءَ جيڪڏهن منهنجي خاطر نه، ته خدا جي ٽالي ۾ ضرور ايندي.

فلاڊيلفيا:- ڇا سچ، هن ائين چيو؟

ليڊي شولس:- فلاڊيلفيا!

فلاڊيلفيا:- ڇا هوءَ ائين ٿي سمجهي ته خدا سان فقط هوءَ ٿي ڳالهائي سگهي ٿي؟

نين:- ڇا ڪيئن معلوم آهي ته مسزريس ليو پڻ ايندي؟

ليڊي شولس (مرڪندي) ڪيس چڱيءَ طرح معلوم آهي.

نين (وڌي اچي ٿي ۽ ليڊي شولس کي چمي ڏيندي) آءٌ سمجهان ٿي ته اماں عقلمنديءَ ۾ ڪمال آهي.

ليڊي شولس:- اها ڳالهه نه وسار نين، ته آءٌ هڪ نواب جي بيوه آهيان. جڏهن تون ائين ٿيندينءَ، تڏهن معلوم ٿيندو ته ڪيترا ماڻهو تنهنجي دروازي

ٿي اچڻ لاءِ تيار آهن. ويچاريون! ان ڪان سواءِ، جون کي خبر آهي ته جيڪڏهن هوءَ نه ايندي ته مسٽريس نيو ۽ سندس ٻارني بادشاهه جي ڏر واسطي ٻٽيون تيار ڪرڻ ۾ ڪوءِ ڪٿي وينديون.

(دروازي تي ڪڙڪو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو) ڪير آهي؟

نين (درزيءَ مان ليٽو پائيندي) امان، ٻوڙهي ڪنواري ڪلبٽ پيئي اچي.

ليڊي شولس:- جلدي ڪر، فلاڊيلفيا. ڪاڏي جون شيون ڪٿي آهن، ها جيڪڏهن چاهين ته منهنجي سلائيءَ واري ٽوڪري ۾ ڪٿي اچ.

فلاڊيلفيا:- مهرباني، منهنجي خاتون! (هوءَ وڃي ٿي)

نين: هاڻي امان کي ٻوڙهيءَ ملڪه جي ڏينهن ۾ ميدانن ۽ ماڻرين ۾ جيڪي ڪجهه ٿيندو هو سو سڀ ٻڌڻو پوندو.

ليڊي شولس:- هائو، برابر.

فلاڊيلفيا: (وري اچي ٿي) مسٽريس ڪلبٽ اچي پيئي. (ٻوڙهي ڪنواري ڊيم ڪلبٽ داخل ٿئي ٿي. هوءَ اٽڪل اسي سالن جي ٻوڙهي عورت آهي، پر ڏري ڪهٽ پڙڪيلن ڪپڙن ۾ ملبوس آهي ۽ وڏيءَ ڄمار هوندي به ڏاڍي چست چالاڪ نظر پيئي اچي)

ليڊي شولس:- (هن جا هٿ وٺندي) اوهو، پياري خاتون، خوش ته آهين؟

دي ڊيم :- ٺيڪ ناهيان پياري، آءٌ ته سڀڪل هڏن جي مٺ آهيان.

نين :- (ڪرسي ڇڪي) اچو ۽ ويهو، ڊيم ارسولا.

دي ڊيم :- اڇا ته پنهنجي نيڪ ڪم کي لڳي پيئي آهين (هوءَ ويهي ٿي) آءٌ ته صاف ٿي چوان ته آءٌ ڪپالهيون ڪرڻ آئي آهيان ملڪ ته تڪڙو تڪڙو تباهيءَ طرف پيو وڃي. سچ ته اهو آهي ته انگلنڊ جي حالت ان وقت بهتر هوندي آهي، جڏهن ڪا راڻي تخت تي هوندي آهي.

ليڊي شولس :- خبر ناهي ته اهو واقعي سچ آهي يا ڪين.

دي ڊيم :- سچ آهي؛ ڇاڪاڻ ته هڪ سٺو پادشاهه دل جو بزدل هئڻ گهرجي ۽ عورتون انهن کان وڌيڪ چالاڪ بزدل هونديون آهن، ۽ جيترو ٺيڪ مرد شيرن جهڙا بهادر هوندا آهن، پر انهن کي عقل جو ذرو به نه هوندو آهي. پلا هنن ٿي بادشاهه ۽ پارليامينٽ جي جنگين کي ڏس!

(فلاڊيلفيا هڪ خوانچو کڻي اندر اچي ٿي)

نين :- هي معاملو جيسين ختم ٿيندو، تنهن کان اڳ اڇا به ڪي سر لهندا، ڊيم.

دي ڊيم :- ٺيڪ آهي ڇوڪري، پر ميجالي کان سواءِ ڪنهن سر جو وڃڻ به ڪو خاص نقصان ڪونهي.

فلاڊيلفيا :- [تيزيءَ سان آداب بجا آڻيندي وڃي

ٿي. نين ڊيم جي پيرن وٽ هڪ اسٽول تي ويٺي آهي.
ليڊي شولس ميز جي پٺيان ويٺي پڻيون ڪتري رهي آهي)

ليڊي شولس:- افسوس آهي جو انهن مان ڪي (سر) هن جهيڙي شروع ٿيڻ کان اڳ ئي نہ ڪريا.

ڊي نيم:- ميدان ۾ ڪريل هڪ جوان بدن کان تہ ڪنهن بنڌ تي رکيل پوڙهي مسي ئي بهتر آهي (ڪلي ٿي) جيڪڏهن هي معاملو وڌيڪ هليو تہ پانيان ٿي تہ منهنجو آخري عاشق بہ هليو ويندو!

(فلاڊيلفيا پيڊ جي تيلين جو ٿهيل وڏو ٽوڪرو کڻي اندر اچي ٿي)

فلاڊيلفيا:- منهنجي سائڻ، هي آهي پارليامينٽ وارن جو ٽوڪرو. ۽ مسٽريس نيو پيچرو وٺي هيڏانهن اچي رهي آهي.

ليڊي شولس:- اهو مسٽريس پيرپيگاٽ جي ڪرسيءَ جي پاسي ۾ کڻي رک، فلاڊيلفيا.

(هوءَ ائين ڪري ٿي ۽ ٻاهر وڃي ٿي)

فلاڊيلفيا (وري اندر داخل ٿي) مسٽريس نيو پهتي اچي، منهنجي سائڻ (مسٽريس نيو اچي ٿي، هوءَ سنهي، باوقار ۽ سادي پر شاهاڻي لباس ۾ آهي، جا ظاهر ظهور بادشاهي ڏر جي عورت آهي. فلاڊيلفيا وڃي ٿي. ليڊي شولس اٿي ٿي ۽ مسٽريس نيو کي چمي ڏي ٿي. نين اٿي ٿي ۽ آداب بجا آڻي ٿي)

ليڊي شولس:- پلي آئينءَ، ڪيٽ!

مسٽرِيس نيو:- مهرباني، اُٺٽيا. مون کي تہ اڄ ڪانَ
هڪ سان اڳي وڌيڪ آجيان ۽ آدرڀاءُ ملندو هو.
اڄ تہ مون کي ماڻهو گهوري ٿا ڏسن. خود منهنجا
پنهنجا ماڻهو بہ مون کي گهورين ٿا، ڄڻ تہ منهنجي
نظر بد آهي.

ليڊي شولس:- ائين ٿا ڪن؟ تو کي؟

مسٽرِيس نيو:- آها، اڄ هر ڪنهن للو پنجوءَ جي
پيگهي مچي پيئي آهي. ڪالهہ، رات جيئن اسين ماني
کائي ويٺا سون، تيئن ئي هڪ وڏو پٿر دريءَ وچان
مانيءَ جي ميز تي اچي ٺڪاءُ ڪيو.

ليڊي شولس:- ڇا، پٿر؟

مسٽرِيس نيو:- انهيءَ پٿر سان منهنجو وينس جو
قيري شيشي وارو وڏو پيالو جيڪو مون کي ادا ڏنو
هو، پرزا پرزا ٿي ويو. ليوسيءَ کي شيشي جو ٽڪر
لڳو ۽ ڇپ ڦاٽي پيس. ويچاري ٻچڙي ڪلاڪ تائين
رت وهايو.

دي ڊيم:- شل لعنت پوين!

مسٽرِيس نيو:- ڏاڍي اوندهہ جي ڪري پتو ئي نہ
پيو تہ پٿر ڪنهن اڇلايو. اسان سڀني سان ڪنهن
ڏينهن اهو ئي سلوڪ ٿيندو، جيڪڏهن پارليماني فوج
کي فتح نصيب ٿيندي.

دي ڊيم- منهنجو خيال آهي تہ ساحلي علائقن جا
ماڻهو بادشاهہ طرف لاڙو رکن ٿا، جيتوڻيڪ ڪاڙيءَ

تي قبضو پارليمينٽ جي آرماڙ جو آهي.

مسٽريس نيو (ڪاوڙ و ڇان) وفاداري تيستائين ٿي رهي، جيستائين حالتون نيڪ آهن.

(فلاڊيلفيا پيو نوڪرو ڪٺي اندر اچي ٿي)

فلاڊيلفيا:- منهنجي سائڻ - بادشاهي ڏر وارن جو نوڪرو!

ليڊي شولس:- فلاڊيلفيا اهو ڪٺي مسٽريس نيو جي پاسي ۾ رک ۽ مهرباني.

(فلاڊيلفيا ائين ڪري ٿي ۽ ٻاهر وڃي ٿي)

مسٽريس نيو:- اڄ ڇا ٿا ھيون، انلٽيا - ڪوڙي جون ڇئيون يا ڪاٺيءَ جون؟

ليڊي شولس:- جيڪي توکي وڻن.

مسٽريس نيو:- منهنجو خيال آهي تہ ڪوڙي جون ڇئيون وڌيڪ ڪارائيتون آهن.

آءٌ اهي ئي ٿي ٿاھيان. (هوءَ ٻهريون نوڪرو ڏسي، ٿي وٺي) هن جو مطلب اهو آهي ڇا، تہ، پارليمينٽ جي ڏر وارن جي عورت وري ۾ هتي ايندي؟

ليڊي شولس:- برابر، اهوئي مطلب آهي.

مسٽريس نيو:- سچ تہ انلٽيا، تون پنهنجي غير جانبداريءَ ۾ حد لتاڙي ٿي وڃين.

ليڊي شولس:- ٻر ڪيٽ، ٻڌاءِ تہ پارليامينٽ وارا ماڻهو، ماڻهو ناهن ڇا؟ ڇا

انهن کي تڪليف نہ ٿيندي؟ اسان عورتن کي،

ائين ڪٿي ڇڻجي ته صلح جي جهنڊي هيٺان و يهي
ملائي ڪرڻ کپي. اڄ ته اڏ کن ڪلاڪ تائين بادشاه
۽ پارليامينٽ، ٻنهي کي ڇڏي ڏيون- ۽ جيڪي اسان
۾ مشترڪه آهي تنهنجو مطالعو ڪريون.

مسٽريس ليو:- (سخت ڪاوڙ سان) مون ۾ ۽
ٻيٽر ٻيگاڊ جي وچ ۾ ڪهڙي هڪجهڙائي آهي؟

ليڊي شواس:- (آهستگيءَ سان) انسانيت.

(ٿوري دير خاموشي رهي ٿي ۽ ٻئي ملائي ڪنديون رهن ٿيون)

ليڊي شواس:- چڱا، توکي فاپ جي خيريت پهتي آهي؟

مسٽريس ليو:- مون کي ڪلهه هڪ خط مليو آهي. ٿورو ڪم اڪتي ڪري وٺون ته پڙهي ٿي ٻڌايانءِ.

ليڊي شواس:- هو خوش ته آهي؟

مسٽريس ليو:- خوش آهي. اسان جي ڪپڙن واري اکين ڪنڊي کين صحيح سلامت پهتي هئي. هن سرجن جي پاران شڪريه موڪليو آهي ۽ چيو اٿائين ته هو اچا وڏيڪ پنيون گهرن ٿا.

ليو:- بيمارن کي آرام ڏيڻ جي سامان کان محروم ڪرڻ کان ته آءٌ ڳوٺين ۾ سمهڻ کي بهتر ٿي سمجهان.

فلاڊيلفيا (اندر اچي):- سائڻ، مسٽريس ٻيٽر ٻيگاڊ اچي ويٺي آهي.

(مون ٻيٽر ٻيگاڊ داخل ٿئي ٿي. هوءَ اڪل ٻيهن سالن

ڪي خوبصورت عورت، آهي ۽ بيحد سادي لباس ۾ آهي)

جون :- ڀانيان ٿو ته مون کي دير ٿي وئي آهي، پر خدا جي جيئن مرضي هئي.

(ٻئي ۽ ليڊي شولس هن جي آجيان لاءِ اٿي بيهن ٿيون، ٻئي ويٺل آهن. مسز ڊيس نيو پنهنجو منهن ڦرائي پاسيرو ڪري ٿي)

ليڊي شولس :- اچو منجهند ماني تي آهي.

جون :- چا، اڄ ڪپڙي جي ٻئين جو وارو آهي، سهيلي؟

ليڊي شولس :- جيئن توکي وڻي. مسز ڊيس نيو ڪپڙي جون ٻئيون ٿي ٺاهي. ۽ تنهنجي نوڪري کي شروع ڪرڻ لاءِ هيءَ انيئي ٻئين جي جوڙي ۽ ڪيٽ، هيءَ جوڙي تو لاءِ آهي.

مسز ڊيس نيو :- شڪريه انلتيا.

جون :- پارليمينٽ تنهنجو شڪريو ادا ڪري ٿي، سهيلي (مسز ڊيس نيو ڏانهن نهاري ٿي) منهنجي دل ٿي چوي ته آءٌ ڪاڻيءَ جون ٻئيون ٺاهيان.

فلاڊيلفيا :- سائنڻ، ماني جيڪر آءٌ پنهنجي سئي ۽ سلائي جو سامان ڪٺي ته ٺيڪ ٿيندو؟

ليڊي شولس :- ها، ڇو نه ٻچڙي!

فلاڊيلفيا :- (جهڪندي) مهرباني، سائنڻ. (هوءَ وڃي ٿي)

ليڊي شولس :- چا، توکي مڙس طرفان تازو ڪو

احوال آيو آهي، مسز بيٽر بيگاڊ؟

جون:- هنن ٽن هفتن ۾ نه، هو لڳو جو ست آهي.

دي ڊيم:- هائي نه، جيڪڏهن مون وري شادي ڪئي ته اهڙو مڙس چونڊيندس جيڪو (حضرت) سليمان جي راڳ وانگر لڳي سگهندو.

ليڊي شولس:- (ڪلندي) اڙي ڊيم!

جون:- منهنجي خيال ۾ ته هڪ پوڙهي کي مقدس ڪتاب متعلق ائين بي حرمتيءَ سان ڳالهائڻ نٿو ٺهي.

مسٽريس نيو:- مسٽريس بٽير بيگاڊ کي پنهنجي انجيل تي ايڏو ناز آهي.

جون:- مون کي توسان لفظن جو مقابلو ڪرڻ جي طاقت ناهي، سهيلي.

دي ڊيم:- جئن ول (ولم) شيڪسپيئر لکي ٿو "شيطان پنهنجي مطلب لاءِ مقدس ڪتاب جو حوالو ،، ڏئي ٿو".

(فلاڊيلفيا اچي ٿي ۽ ٿورو ڪپڙو هٿ ۾ ڪئي ٿي سڀني کي لڳي وڃي ٿي)

فلاڊيلفيا:- مون هي پٽيون پنهنجي ڳذريل سال واري پڙي مان ٺاهيون آهن ۽ مسٽريس ايٽر بيگاڊ ۽ آءٌ گڏجي آهستي آهستي پٽيون ٺاهي پارليمينٽ جي ڏر ڏانهن موڪليندايون سين.

مسٽريس نيو:- خوب!

جون:- تنهنجي مهرباني، سهيلي.

مسٽريس نيو:- مون کي ته ائين ٿو ڀانءِ اچي، انگلينڊ ته هن گهر جي غير جانبداري غطيءَ وڃان جنرل ڪرامويل جي طرفداري ڪري رهي آهي.

ليڊي شولس:- مون کي نوڪرياڻيءَ جي خيالن تي ڪو ضابطو ڪونهي، ڪيٽ.

جون:- (ڪپڙن کي پنهنجي نوڪري ۾ وجهي) تڪڙ ڪري مون ماکيءَ جي مکين ذريعي جيڪو نقصان برداشت ڪيو، تنهنجي بدلي ۾ مون کي هن طرح نفعو ملندو.

مسٽريس نيو:- بهتر ائين ٿيندو ته ڪله جون ڪڇيون ڇوڪريون پنهنجا رايا پاڻوٽ ئي رکن يا وري پاڻکان بهتر ماڻهن جي راءِ وٺن.

ليڊي شولس:- چو، ڪيٽ، سڄي ائيلسبوري شهر کي خبر آهي فقط پارليمينٽ جي طرفدار آهي.

دي ڊيم:- ڇا ائين سچ آهي؟ آهه، چوري لڳائي رهي آهي.

فلاڊيلفيا:- (جوش ۾) چڱو، ڇوڪريءَ کي پاسي وٺڻ لاءِ هن کان بهتر پيو ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو؟

مسٽريس نيو:- (متاثر ٿي) خدا ڄاڻي ٿو ته اهو سچ آهي.

جون:- (سختيءَ سان) آءٌ سمجهان ٿي ته هن تمام

ٿوريءَ لاءِ هڪ عظيم مقصد جو طرف کنيو آهي.

دي ڊيم:- جيئن عورتون هميشه ڪنديون ٿي رهنديون......

ليڊي شولس:- آءٌ ڪڏهن ڪڏهن حيران ٿيندي آهيان ته دنيا جو ڪو به مقصد ايترو اعليٰ آهي به يا نه، جيترو قدر اهي دليون عظيم آهن، جيڪي انهن مقصدن جي طرفداري ڪن ٿيون.

مسٽريس نيو:- (زور ڏيندي) بادشاهه جو مقصد واقعي اعليٰ آهي.

جون:- (حقارت وچان) بادشاهه جو؟ (ڪِڙالهائيندي ڪِڙالهائيندي ڪاوڙ ۾ ڀرجي) هڪ ظالم، جنهن پنهنجن ماڻهن کي وري وڪيو آهي ۽ جنهن اسان جو ڪوس ڪرائڻ لاءِ آئرش سپاهي آندا آهن ۽ جيڪو اسان کي پنهنجي مرضيءَ موجب عبادت ڪرڻ نٿو ڏي! نه، سهيلي، بادشاهه جو مقصد ڪجهه به ناهي، پر عوام جو مقصد مسٽريس نيو (آهستگيءَ سان) ۽ ٻيوس زالن تي ڀَرواسَ ڪرڻ، جن جا مرد ماڻهو جنگين ۾ مصروف آهن.

نين (مسٽريس ليو کي):- توهان نه چيو ته توهان ڏانهن قلب جو خط آيو آهي؟ ڇا، اسين اهو پڙهي سگهون ٿيون؟

مسٽريس نيو:- منهنجي دل نه ٿي ڪري ته آءٌ پنهنجي هٿ جو خط هڪ غير دوستانه جماعت جي

اڳيان وڌيڪ پڙهان نٿي.

ليڊي شولس:- ڪيٽ!

جون:- خدا تنهنجي مدد ڪري، پاڙيسرياڻي! آءٌ به نيٺ به هڪ عورت آهيان - ۽ هڪ ماءُ به آهيان، تون پنهنجو خط آرام سان پڙهه. آءٌ وعدو ٿي ڪريان ته آءٌ چپ چاپ رهنديس.

مسٽر نيو (مرد مهريءَ سان) آءٌ مسٽريس پيٽر پيگاڊ جي زير احسان آهيان. (هوءَ خط ڪڍي ان کي کولي ٿي).

دي ڊيم:- آها، جنگ تي ويل نوجوان وٽان آيل خط! مسٽريس نيو (پڙهي ٿي): "منهنجي پياري امڙ اسان هتي ڏاڍي آرام سان رهيا پيا آهيون ۽ مون کي پنهنجي سرجن ٻاران توهان جو ۽ ايشلڊور جي سڀني عورتن جو انهن موڪلن لاءِ شڪريو ادا ڪرڻو آهي. سچ ته اهو آهي ته اسان کي جيتريون وڏيڪ موڪلينديون اوتريون ٿوريون آهن، (ڪمري ۾ چوگرد نهاريندي) ۽ انهن سڀني جي مهرباني، جيڪي بادشاهه جي ماڻهن لاءِ سلائي ڪن ٿيون.

ليڊي شولس:- منهنجيءَ راءِ موجب اسان کي اهو شڪريو هڪ سپاهيءَ طرفان پنهي ڏرين لاءِ سلائي ڪن ٿيون.

مسٽريس نيو:- "اڄ سڀان ۾ اسين دشمن سان گڏباسون ۽ پوءِ انهن کي خوب ڏنگينداسون." شل تون ائين

ڪرين، پٽ!

جون :- نه، اها ڳالهه خار ڏيارينڊڙ آهي.

مسٽريس نيو:- ”هو“- يعني ته دشمن- ”هن وقت فاروبيپٽن ۾ آهي ۽ ڪراموبل ۽ آئريٽن ان جي ڪمان ڪري رهيا آهن- چڱا ماڻهو آهن پيٺي، پر سوئر آهن.

جون :- (ڪاوڙجي) سوئر!

دي ڊيم :- اهو ڏاڍو ٿو لهين!

مسٽريس نيو:- ”اسان جي شهزادي رپورٽ ۾ اهي سڀ خوبيون آهن، جيڪي هرهڪ جنرل ۾ هئڻ گهرجن. گهڙو نه چڱو ٿئي جو بادشاهه هن کي وڏيڪ اختيار ڏيئي ڇڏي، اسان هن وقت تائين ههڙيون جنگيون جيڪر ڪي پيرا کٽي ڇڏيون ها، پر بادشاهه سڀڪجهه پڪڙي رکي ٿو.

جون :- ها، اهو ته بلڪل سچ آهي.

مسٽريس نيو:- مهرباني ڪري تون پنهنجي وعدي مطابق زبان کي جهل ڏي، مسز پيٽر پيگاڊ. ”هتي جون ڇوڪريون پيار ڪرڻ ۾، منهنجي خيال موجب، اسان جي ڇوڪرين کان وڌيڪ آزاد آهن.“

دي ڊيم :- ۽ آءٌ پڪ ٿي ڏيانءُ ته هن جي اها راءِ تجربي جو نتيجو آهي.

مسٽريس نيو:- ”ان جو فصل سٺو لهندو، هي ماڻهو، جن سان اسين وڙهي رهيا آهيون، سٺا جوان آهن ۽ پاڻيان ٿو ته اسان جي وچ ڪوڙو ئي اختلاف آهي.“

ليڊي شولس :- اهو ٺي ته سچ آهي.
جون (ڪنڌ ڌوڻيندي) ته انهيءَ ڳالهه ۾ هو غلط آهي.
مسٽريس نيو:- آءٌ پڻ سمجهان ٿي ته هو غلط آهي. فلپ سياست کي سمجهڻ ڪان اڃا گهڻو ننڍو آهي.
"هو جنوبي ماڻهن وانگر وڙهن ٿا. انهن ۾ اٺ ڪروڙ جا ڪي چوڪرا به شامل آهن. جنگ اسڪواڊر نالي هڪ ماڻهوءَ، جنهن کي ڪجهه ڏينهن ٿيا ته قيد ڪيو ويو هو، مون کي ٻڌايو ته هال پيٽر پيگاڊ ڪراموبل جي فوج ۾ آهي- اهو جيڪو نڪ مان ڳائيندو هو، ۽ جنهن کي هڪ خوبصورت زال آهي."
ليڊي شولس ٽين دي ڊيم (ڪلن ٽيون) اوهه!
جون:- (گهبرائجي ۽ خوش ٿي مون کي خوبصورت مڙس لاءِ خدا شل چوڪري تي رحمت ڪري!
هر حال نڪ مان ته ڳائيندو آهي.
مسٽريس ليو:- "هتي سڪون آهي ۽ گرمي آهي او امڙ! آءٌ جنگ ڪان بيزار ٿي پيو آهيان! ڪهڙي نه بهترين هجي پر هڪ ٻرو ڏاڍو آهي. منهنجا سلام پيترن ۽ روگر کي ڏجانءِ. هن کي سيکارجانءِ ته انگلنڊ جو طرفدار ٿي رهي. تنهنجي وفادار پٽ ۽ خادم فلپ ليو طرفان. (خط جي پڙهائيءَ کان پوءِ ڊگهيءَ دير تائين خاموشي رهي ٿي؛ سڀ عورتون ايتريون متاثر آهن جو ڳالهائي نٿيون سگهن. آخرڪار جون ڳالهائي ٿي)

چون:- تنهنجو پٽ سٺو ٿو لڳي، ٻاڙيسر ٻائي.

ليڊي شولس:- منهنجي دعا آهي ته شل ايندڙ لاباري تائين هو تو وٽ موٽي گهر اچي.

مسٽريس نيو:- فلپ تيسين گهر نه ايندو، جيسين هي معاملو ٺهي نه ٿيو آهي.

جون:- ۽ نه منهنجو هال ٿي ايندو.

دي ڊيم:- اهو معاملو ٺهي ٿيڻ ۾ چڱي محنت ڪائيندو.

ليڊي شولس:- ڪيٽ، ڇا تون شراب جو گلاس نه پيئندينءَ؟ ايتريقدر ڳالهائڻ کان پوءِ تنهنجو گلو خشڪ ٿي ويو هوندو.

مسٽريس نيو:- آءٌ پيئندس، ائنٽيا ۽ شڪريه.
(هوءَ گلاس مٿي کڻي ٿي) خدا بادشاهه چارلس جو حامي!

جون:- (پنهنجو گلاس مٿي کڻندي) خدا پارليامينٽ جو ساٿي ٿئي! ليڊي شولس (جلدي انهيءَ رقابت کي ختم ڪندي) خدا اسان سڀني جو حامي ٿئي! (هنن جي شراب پيئڻ کان پوءِ گهڙيءَ دير تائين چپ رهي ٿي)

ليڊي شولس:- مسز پيٽر پيگاڊ وٽ پسڪوٽن جو هڪ اهڙو نسخو آهي جو جيڪڏهن اهو پڌائي ته جيڪر توهان جو وات پاڻي پاڻي ڪري وجهي. هاڻي ٻڌاءِ ٻاڙيسر ٻائي، الصاف اهو آهي ته مون هڪ نسخو

توکي ڏسيو آهي ۽ هاڻي تون اسان کي پنهنجو نسخو ٻڌاءِ.

ي ڊير:- اهي بسکوٽ؟ اهي ته يقيناً باديءَ جي سور وارن لاءِ آهن؟

جون:- اوهه، واقعي اهي باديءَ جي سور وڏي کنگهه ۽ واءُ جي هر قسم جي گڙ ٻڙ جو شاهاڻو علاج آهن اوهان ڪڪڙ جا چار آنا ڪٽو پر سفيدي فقط ٻن آنن جي هجي، نارنگيءَ جي گلن جي پاڻيءَ جا چار چمچا، ٻه چمچا گلاب جي عرق ۽ چشمي جي پاڻيءَ جا ۽ هڪ پائونڊ صاف کنڊ جو. پوري ڪلاڪ تائين خوب ملايو ۽ پوءِ هڪ پائونڊ خشڪ اٽي جو ۽ هڪ آئونس ٻجن جو ان ۾ ملايو. انهيءَ سڄي کي توهان پوري ٿڌي گرم ڪيل تنور ۾ پچايو، جيسين اهو سهولت موجب سسي وڃي ننڍو ٿئي.

مسٽريس نيو (دلچسپي ڏيکاريندي) ايمان سان، بلڪل ساڳيو نسخو مون کي پڦي موڪليو هو، ۽ هوءَ دالچينيءَ جو اضافو ڪرڻ جي فائدي ۾ آهي ۽ جيڪڏهن دالچيني نه وٺي، ته پوءِ ادرڪ. اسين پاڻ ادرڪ سان ڳاهيندا آهيون.

جون:- يقيناً ادرڪ چڱي ٿيندي، پر آءٌ سمجهان ٿو ته ان جي ڪري خوشبوءِ ۾ اجائي گڙ ٻڙ ٿئي ٿي.

مسٽريس نيو:- نه، انهيءَ ڳالهه ۾ آءٌ تو سان شامل راءِ آهيان!

ليڊي شولس:- ۽ آءٌ سمجهان ٿي ته تو وٽ خود سر ڪينيلر ڊگبيءَ وارو نسخو آهي، ڪيٽ.

مسٽريس نيو (ڪلنڌي):- هائو پر ان ۾ سورهن آني، ٿي پائونڊ مکڻ، هڪ بوتل شراب جي، بوتل ڪريم جي ۽ نہ معلوم ٻيءَ ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ شيءِ جي ضرورت آهي!

جون:- يا الله! هيءُ تہ بلڪل شاهاڻو ڪيڪ آهي!

(مسٽريس ڊروڊ ڏاڍي جوش مان اچي ٿي)

ليڊي شولس:- مسٽريس ڊروڊس! تون دير ڪري آئي آهين! پادشاهہ جو نوڪرو توکي ويٺو ياد ڪري.

مسٽريس ڊروڊ:- (سهڪندي) آءٌ تہ ترسي ۾ نہ سگهيس. چاهہ اوهان ڪا خبر ٻڌي آهي؟

سڀ گڏجي:- خبر؟ ڪهڙي خبر؟

مسٽريس ڊروڊ:- پادشاهہ ۽ پارليمينٽ جي درميان دوبدو جنگ ٿي آهي. پادشاهہ فتحياب ٿيو آهي!

مسٽريس نيو:- خدا جو شڪر آهي!

مسٽريس ڊروڊ:- ٽي هزار باغي قتل ٿي ويا ۽ ان کان پيٺا گرفتار ڪيا ويا آهن، جنرل ڪراموبل ۽ جنرل آيريٽن کي زنجيرن ۾ جڪڙي لنڊن آڻي رهيا آهن.

جون:- آءٌ ان تي اعتبار نہ ڪنديس. اها خبر ڪنهن آندي؟

مسٽريس ڊروڊ:- ڊڪ ڪئيلس.

جون :- اوه ! سون کي انهن افواهن جي ڇگي طرح خبر آهي.

ليڊي شولس :- ڀلو ڇا؟

مسٽريس ڊروڊ :- ها، ڊروڊ هن ماڻ ايترو ئي ڪهڙي سگهيو.

مسٽريس نيو : اڙي جيڪر اسان ڪسي ڀڪ ئي سگهي.

جون (معنيءَ) خيز انداز ۾) ها

ليڊي شولس (ڪنڌ ڌوڻيندي) اها ڳالهه ڪنهن طرح ٺيڪ معلوم نٿي ٿئي.

جون : ڪراموبل ۽ آيريٽن قيد! آءٌ اعتبار نه ڪنديس. خدا اسان کي اهڙي شرمناڪ نموني ۾ رڻ ۾ نه ٿو رولائي سگهي! (اهو محسوس ڪندي ته گهڻراهٽ ۾ هن ڇا چيو آهي) يعني ته — سنهنجو مطلب آهي — اهڙي اوچتي نموني ۾. آءٌ هڪ لشڪي جي خبر تي يقين نه ڪنديس.

مسٽريس نيو: تون پلي ڪٿي اٿين ڇه. سر جيڪڏهن هو پارليمينٽ جي ڪٿي جي خبر آڻي ها ته تون جيڪر سر ئي ڀلو آلاپين ها. (جذبي سان) آءٌ شڪر گذار آهيان او خدا، تنهنجي هن عظيم فتح ڏيڻ لاءِ. (ٿورو وقفو).

ليڊي شولس : صحيح يا غلط، اسان جي ڪم جي اڄا ٻه ضرورت رهندي.

(ڏکي خاموشي طاري رهي ٿي، عورتون وري
ملائي کي لڳن ٿيون. نين تمام آهستي آهستي
آلا پڻ لڳي ٿي)

(گهوڙي جي سنبن جو آواز اچي ٿو، جو وڌيڪ
ويجهو ٿيندو ٿو وڃي. زالون چرڪ پرين ٿيون ۽ غور
سان ڪن ڏين ٿيون)

فلاڊيلفيا (دريءَ طرف ڊوڙندي) ٽپال! ٽپال!

ليڊي شواس (دريءَ وٽ ايندي) پارليمينٽ جي
ٽپال!

گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ بند ٿئي ٿي. مسٽريس نيو
۽ جون ڪان سواءِ ٻيون سڀ دريءَ وٽ مڙي اچن
ٿيون فلاڊيلفيا ڪمري مان ڊوڙي ٿي ۽ نين ڪلي
وڃيس ٿي)

مسٽريس ڊروڊ، هن ڪان هڪ خبرناسو هٿ ۾
آهي ڏسو، هو ان کي شرابخاني جي دروازي تي
ڏوڪي رهيو آهي! (هوءَ تيزيءَ سان ٻاهر وڃي ٿي)

دي ڊيم، شاهي ڏر وارو ان کي ديول جي ٻاهران
ڏوڪي ها.

(هوءَ پڻ پنهنجيءَ لٺ تي آهستي آهستي وڃي ٿي
مسٽريس نيو ۽ جون اڪيليون رهجي وڃن ٿيون.
مسٽريس نيو خاموشيءَ سان ڪم ڪندي رهي ٿي.
جون، ٻاهر وڃڻ لاءِ بيتاب ٿي رهي آهي)

جون: چا، تون پڻ ٻاهر نٿي وڃين، ٻاڙيسرياڻي؟

مسز ڊيس نيو (فخر مان) منهنجي پٽ جي فوج
کي هنن جي ضرورت آهي. گهڙيءَ دير تائين خاموشي
ڇانيل آهي، پوءِ فلاڊيلفيا جوش وچان اندر اچي ٿي)

فلاڊيلفيا: پارليمينٽ جي فتح!

(هوءَ تڪڙ ۾ پٺي ڪري ڏانهن وڃي ٿي، ٻاهران
آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. پيٺي عورتون وهڻ جي سخت
ڪوشش ڪن ٿيون. مسز ڊيس ڊروڊ اندر اچي ٿي)

مسز ڊيس ڊروڊ: پارليمينٽ بادشاهه کي شڪست
ڏني آهي! هو اسڪاٽلنڊ ڏانهن ڀڄي ويو آهي! اٺپالڊور
۾ پنج ماڻهو هلاڪ ٿيا آهن.

جون: (آهي ڪان ٻاهر نڪرندي) ڪير؟ ڪير؟

مسز ڊيس ڊروڊ: جان همبل شنفٽ، پيٽر وڪهٽم،
نوجوان فلپ نيو، دل مان گوليءَ لڳڻ سان - (اهو
محسوس ڪندي ته هوءَ ڇا چئي ويئي) اوه مون ڇا
چئي ڏنو؟ (مسز ڊيس نيو جو چهرو سفيد ٿي وڃي ٿو
۽ هوءَ ڪرسيءَ ۾ ويٺي آڪڙجي وڃي ٿي)

جون (بيخوديءَ مان) ۽ منهنجو مڙس؟ منهنجو
مڙس؟ اڙي هال جي ڪا خبر آهي؟

(مسز ڊيس ڊروڊ هن ڏانهن نهاري ڳالهائڻ جي
ڪوشش ڪري ٿي، پر نه ٿي ڳالهائي سگهي، پوءِ
پنهي هٿن سان منهن لڪائي ڪري مان ڊوڙندي
ٻاهر وڃي ٿي. جون پنهنجيءَ ڪرسيءَ ۾ وڃي ڪري
ٿي، ۽ سندس سامهون رکيل ميز تي پنهنجيون ٻانهون

ڏکھيڙي، هٿن ۾ پنھنجو منھن جھڪائي ٿي ۽ گھڙي
کن کان پوءِ زار زار روئڻ لڳي ٿي. ڪجھ سيڪنڊن
لاءِ مسٽر يمس نيو ڪا چرپر نٿي ڪري. پوءِ هوءَ
پنھنجو ڏائو هٿ ڏکھيڙي ٿي ۽ ميز تان هٿوراڙيون
هٿندي جون جي آگرين طرف هٿ وڌائي ٿي.

ڀردو ڪري ٿو

# (2. MR. SAMPSON)

## ٢ـ مسٽر سئمپسن

(هيءُ نظارو ويسٽ ڪنٽري جي هڪ ننڍي بنگلي جو آهي. اسٽيج جي پٺيان، وچ تي هڪ دري آهي ۽ اندرينءَ ڪانس تي موتئي جا گل رکيا آهن. ساڄي هٿ تي هڪ دروازو آهي، جيڪو منهن واري باغيچي سان ڳنڍيل آهي؛ ڏائي طرف هڪ ڊگهو گرئنڊ فادر گهڙيال آهي؛ ان کان دور وري هڪ ڪبٽ رکيل آهي. اسٽيج جي ساڄي هٿ تي هڪ ڊريسر رکيل آهي. هڪ جاري تي ڪتابن جو هڪ ننڍو ڍڳ رکيل آهي. ڏائي هٿ تي بورچيخاني ۾ باهه ٻري رهي آهي).

ڪمري جي وچ تي هڪ ميز جي ڀرسان، ڪئرولين اسٽيونس ويٺي آهي، جا هڪ نرم سياهه جي، ڊڄڻي، ٿلهيري، نرم آواز واري چاليهارو کن سالن جي عورت آهي، جا جورابن کي رفو ڪري ٿي. ڪئرولين رکي رکي گهڙيال ڏانهن نهاري ٿي ۽ ان سان ڳالهائڻ لڳي ٿي).

ڪئرولين: چار وڄي ويا آهن، گرئنڊ فادر؟ اديءَ کي دير ٿي ويئي آهي نه؟ هوءَ بازار واري ڏينهن

تي ايترو دير تہ نہ ڪندي آهي - انهيءَ ڳالهہ جي
ايتري قدر خبر آهي، جيتري مونکي. چنچر جو ڏينهن آهي
۽ رڌ پچاءُ ڪانہ شروع ٿي آهي چار وڄي رهيا آهن
مسٽر سٽمپسن جا جوراب اڃا رفو نہ ٿيا آهن ـــ اهڙا
کهڙي نہ بدنامي آهي. حيرت آهي تہ کهڙي ڳالهہ
ڪيس دير ڪرائي رهي؟ هن هنن پندرهن سالن ۾
بازار ڪان ايندي ايترپقدر دير نہ ڪئي آهي ۽ مسٽر
سٽمپسن ڪنهن بہ کهڙيءَ مسواڙ ڏيڻ لاءِ ايندو ۽
خبر ناهي تہ هن سان ڇا ڳالهايان. پر هڪ جيتري
جاڳندي ماڻهوءَ سان، اها ڳالهہ ٿي پئي آهي، ۽ اَءَ اڃان
تائين ان جي عادي نہ ٿي آهيان ... هن ڪي تہ اسان
ٿن مهينن کان وڌيڪ نہ ڏٺو آهي. سو توکي ساڙ
رکڻ نہ گهرجي. (هڪ ٿڌو ساهہ کڻي هوءَ ٻاهہ
ڏانهن وڃي ٿي ۽ ان کي سوري ٿي؛ پوءِ هوءَ
دريءَ طرف وڃي ٿي ۽ اڃا ڳالهائيندي رهي ٿي).
هڪ طرح سان خيال ڪجي ٿو تہ ڇڻ هن کي ٿي
سال ٿي ويا آهن ۽ ٻيءَ طرح سان خيال ڪجي ٿو
تہ ڇڻ ٿي هفتا ٿيا اٿس؛ پر وقت جو اهو ئي حال
آهي، گرئنبڊ فادر ۽ هميشه ائين ئي رهندو، منهنجو بہ
کهڙو حال آهي! (هن وقت تائين هوءَ وري ويهي
رهي آهي) اديءَ کي دير ٿي وئي آهي، گرئنبڊ فادر!

(ٻاهرين واري دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز.
هوءَ کولي ٿي ۽ مسٽر سٽمپسن چائنمٽ تي بيٺو آهي.

هو هڪ ڪرڙو ٻه عمر جو ماڻهو آهي، چهرو ڪرڻ ۽ ڪجهه ڊلو آهي، سوچ ويچار ڪري پوءِ ڳالهائي ٿو؛ سندس ڳول سرخ ڇهري جي چوڏاي ڪجهه اچا وار آهن. ڪئرولين ڪجهه شرمائجي گهٻراهٽ ۾ اچي ٿي).

مسٽر سمپسن: (پنهنجو گلو صاف ڪري) شام بخير، خاتون!

ڪئرولين: مسٽر سمپسن؟

مسٽر سمپسن: (چوڌاري گهوريندي) پيٽين اندر آهي؟

ڪئرولين: نه، مسٽر سمپسن، مون کي انتظار ٿي رهيو آهي. هوءَ ڇئين بجه، ڪان دير نه ڪندي آهي.

مسٽر سمپسن: ته ڇا، تون بلڪل اڪيلي آهين؟

ڪئرولين: ڇا، تون اندر نه ايندين مسٽر سمپسن؟

مسٽر سمپسن: (ڪجهه سوچيندي) نه،، تنهنجي مهرباني. جتي بيٺو آهيان اتي ئي ٺيڪ آهيان. ڏس نه، منهنجي ڳل ۾ تماڪ جو ٽڪل پيو آهي. ٽڪ اڇلائڻ ۾ هتي سهوليت ٿيندي. منهنجو خيال آهي ته رستي تان ايندي مون ڳالهائڻ جو آواز ٻڌو، خيال ڪيم ته پيٽين گهر اچي ويئي آهي.

ڪئرولين: ڳالهايم پئي؟ آها، اها ته، فقط آءٌ هيس، جو پاڻ سان پئي ٻڙٻڙ ڪيم. (شڪي ٿي ٿهه ٿهه ڪري ٿي) ٿورو گهڻو ڪرئنڊ فادر سان پئي ڳالهايم.

مسٽر سمپسن: (ڪمري ۾ ڳردن اندر ڪري)

گرئنڊ فادر سان؟ اوهه، گهڙيال سان. گرئنڊ فادر سان هٿي ڳالهايئه، هون؟ (ڏورو ڪلي ٿو).

ڪئرولين: (گهٻراهٽ مان) اها حماقت آهي، ٻر آءٌ جڏهن اڪيلي هوندي آهيان، ته گرئنڊ فادر سان ڳالهائيندي آهيان. هو ڏاڍو مٺو دوست آهي، ادي اڪثر ڪري چوندي آهي ته هيءُ گهر ۽ چڻ ته ماڻهوءَ وانگر آهي. ڏس نه، مسٽر سئمپسن، اهو ئي اسان جي اچڻ ۽ وڃڻ تي ضابطو رکي، ٿو ۽ هر وقت چوندو رهندو آهي ته هاڻي هيءُ ڪر ۽ هاڻي هو ڪر. انهيءَ ڪري گهر ۾ ٻن رهندڙ عورتن لاءِ هن ڏانهن نهارڻ ۽ هن کي بهادر سمجهڻ بلڪل فطرتي امر آهي، خاص طرح جڏهن پيو ڪوبه، وٽن ڪونهي جنهن تي آسرو رکن.

مسٽر سئمپسن: برابر، (ڪجهه وقفو؛ هو پير سوري ٿو؛ هوءَ هيٺ نهاري ٿي ۽ ڏورا ٽاڪا هڻي ٿي) اهي تنهنجا جوراب آهن؟

ڪئرولين: ها، مسٽر سئمپسن. ذري گهٽ ختم ٿي ويا آهن. (ٿورو وقفو) اميد ته، توکي ڪيرڻي وڻي هوندي؟

مسٽر سئمپسن: واه، جي ڪيرڻي هئي، يقين ڪر! (هو هڪ ٻه قدم اندر ڪمري ۾ کڙي ٿو) توهان منهنجي لاءِ ڏاڍي تڪليف ڏيون ڪريو، خاتون، تون ۽ تنهنجي ڀيڻ.

ڪئرولين : ڪا به تڪليف ناهي، مسٽر سئمپسن.
تون ٻاڙي ۾ اڪيلو آهين ۽ تو وٽ ڪم ڪرڻ لاءِ
پيو ڪو به ڪونهي.

مسٽر سئمپسن : رڌڻ پچائڻ ۾ آءٌ بلڪل چٽ
آهيان (هو هڪ قدم وڌيڪ ڪمري ۾ اندر گهڙي
ٿو) فرائنگ پئن لاءِ آءٌ نٿو چوان، پر ماڻهو فقط فرائنگ
پئن جي سهاري لٿو جيئرو رهي سگهي. باقي جورابن
کي رفو ڪرڻ — سو مون آزمايو آهي. سمجهان ٿو
ته آءٌ هيئنر وڌيڪ آسودو آهيان. زندگيءَ ۾ ڪڏهن
به اهڙو آرام سان نه رهيم.

ڪئرولين : توکي جيڪي ڪجهه ڪرائڻو هجي،
فقط هڪ لفظ چوڻ جي دير آهي.

مسٽر سئمپسن : مهرباني خاتون، تون ڏاڍي مهربان
آهين. (هو اڃا اڳتي وڌي ٿو ۽ هاڻي اعتماد اچيس
ٿو) مون کي ڪجهه چوڻو هو. آيم ئي انهيءَ مقصد
لاءِ. پر جيئن ته انهيءَ جو پنهي سان واسطو آهي،
ان ڪري سوچيم ته بهتر ٿيندو ته پلي تنهنجي پيءُ
به اچي.

(هو ڪرسيءَ ۾ ڪپ کوڙي ويهڻ جون ظاهر
ظهور تياريون ڪري ٿو).

ڪئرولين : (گهبراهٽ وچان) نٿو سمجهه ۾ اچي
ته ڪهڙيءَ ڳالهه روڪي رکيو اٿس — مسٽر سئمپسن.

مسٽر سئمپسن : خاتون؟

ڪئرولين: ڇا اوهان مهرباني ڪري رستي تي ٻه ٽي قدم اڳتي وڃي ڏسندا ته هوءَ ايندي نظر اچي ٿي؟

مسز سمپسن: (لاچار اٿندي) يقيناً خاتون. جيڪڏهن تنهنجي دل کي تسلي ايندي ته، آءٌ چوڪ تائين وڃي ٿو ڏسانس. (ويندي) تون گهٻراءِ نه، هوءَ ٺيڪ ٺاڪ پهچي ويندي. (هو وڃي ٿو)

ڪئرولين: (دريءَ ڏانهن ويندي ۽ هن کي ٻاهر ويندو ڏسي) گرئنڊ فادر هو ڏاڍو اڪيل ٿو گهمي. شرم جي ڳالهه آهي. پر مان ٻيو ڪجهه ڪري به نه ٿي سگهيس. ادي به هوندي آهي ته، پوءِ ته سڀ ٺيڪ هوندو آهي: (هوءَ دريءَ وٽان هٽي وڃي ٿي ۽ گرئنڊ فادر سان هڪ طرفو گفتگو جاري رکي ٿي) ڪا خاص ڳالهه اسان کي چوڻي هيس؟ هائي مون کي ته عجب ٿو لڳي - (ٿوريءَ گهٻراهٽ ۾) ڇا، نوٽيس ته نه ڏيڻو هوس! آه، اها حماقت آهي! "زندگيءَ ۾ ڪڏهن به اهڙو آسودو نه هئس" — سندس لفظ ته اهي هئا؛ تنهن خود ٿي پڌا. آها! ائين ته ناهي — ۽ جيڪڏهن اها ڳالهه هجي ها، ته هو اسان مان ڪنهن به هڪ کي چوي ها، ۽ هن خاص طرح ڇيو ته هن کي اسان ٻنهي کي چوڻو آهي ... آها، اسان ٻنهي کي جلد ئي معلوم ٿي ويندو (هوءَ وڏي گهڙيال ڏي وڃي ٿي) او گرئنڊ فادر! ڇار وڃي ڏهه منٽ! ڪجهه ضرور ٿيو آهي. (هوءَ ڪرسيءَ ۾ ڪري پوي ٿي ۽

سڏڪا ڀري ٿي) آهه، ڪيٿرين! آهه، منهنجي پياري! (شڪايت طور گهڙيال ڏانهن منهن ڪري) سچ چئجي ته تون آخرڪار چڪرن ۽ ڦيٿن جي پيٽي آهين ۽ تو ۾ واڻڙ ٻري گهڙيءَ وانگر ڪا به دل ڪانهي. (افسوس سان) نه، نه، منهنجو مطلب تو سان ڪاوڙ مان ڳالهائڻ نه هو؛ پر تون چاڙهين ٿو ته، جڏهن گڙٻڙ هوندي آهي ته ڇا حالت هوندي آهي. آه (ٻاهران آواز ٻڌي دريءَ وٽ وڃي ٿي) سڀ ٺيڪ آهي ڪرنيل قادر نيٺ هوءَ اچي ويئي، شڪر آهي!

(دروازو زور سان کلي ٿو. ڪيٿرين تڪڙي تڪڙي اندر اچي ٿي ۽ ٿڪل ٽٽل حالت ۾ ڪرسيءَ ۾ ڪري پوي ٿي. هوءَ ڪئرولين کان ڪيئي سال وڏي آهي ۽ هن کان گهڻي قدر چست آهي. سندس ٻانهن ۾ سچي هفتي جي سيڌي سامان سان ڀريل ٽوڪري لٽڪي رهي آهي).

ڪئرولين: (انديشي وچان) ڪيٿرين، ڇا آهي؟ او ادي، ڳالهه ڪهڙي آهي؟

ڪيٿرين: (سهڪندي) شل آءٌ ههڙي ڏينهن ڏسڻ لاءِ جيئري نه هجان ها! (هوءَ ٽوڪري هيٺ رکي ٿي) وري ڪڏهن به اسين ڪنڌ مٿي نه ڪري هلي سگهنديونسين! ... ادي، اسان هميشه لاءِ بيعزت ٿي وڃو نسين!

ڪئرولين : ادي، (هوءَ پنهنجي ڪرسيءَ ۾ ڪري پوي ٿي ۽ روئي ٿي)

ڪيٿرين : (پاڻ تي ضابطو آڻيندي) ڪئرولين، روئڻ بند ڪر! (هوءَ جوش و خروش سان پنهنجي ڳالهه شروع ڪري ٿي ۽ زوردار واڪا ڪري ٿي) مون کي اڳيئي گذريل هفتي شڪ پيو هو، جڏهن هنن مون کي ڏسي پاڻ ۾ سس پس ڪئي هئي ۽ ڏاڍ شيڪيا هئائون ـ مسز پارڪن، اها پوڙهي زهر، هڪ اها هئي ۽ ٻي هئي گريس بڊلي، ان وقت مون ڪو خيال نہ ڪيو هو، اڄ جڏهن مون چوزا وڪيا ۽ الو، ڪنڊ ۽ گوشت خريد ڪيا ـ سٺي سوئر جي گوشت جو سٺو ٽڪر ۽ ڪريبيءَ لاءِ ڳاڙهو گوشت ـ ۽ مکڻ کان سواءِ سڀڪجهہ ورتم (اٽندي ۽ ٽوپلو وغيره لاهيندي) مکڻ جي هن هفتي ڏاڍي قلت آهي، مسز پارڪر کان سواءِ ٻين سڀني وڪڻي ڇڏيو هو، مون کي ڪجهہ مکڻ ضرور وٺڻو هو، انهيءَ ڪري مون هن کان هڪ پائونڊ وچي ورتو، مکڻ کي ٿورو سنگهي ڏٺم، ان مهل تہ هن ڪجهہ نہ چيو، جيستائين پئسا وٺي ڪيسي ۾ سوگها نہ ڪيائين، ۽ پوءِ ٿي مون کي چوي ”ڏاڍو سٺو مکڻ اٿيئي، مس اسٽيونس“، مون چيو، ”اسان کي گذر ڪرڻو ٿي پوندو، مسز پارڪن، جو پيو وڌيڪ سٺو مکڻ موجود ڪونهي“، مون ائين چيو تہ هوءَ هڪدم اتي ڪڙي ٿي ۽

چيائين ”تون اڳي ته ايڏو خيال نه رکندي هئينءَ، معلوم ٿو ٿئي ته تنهنجي پياري ماڻهوءَ جو پيٽ ڏاڍو ڪو نازڪ آهي“، هن چئي ڏنو.

ڪئرولين: (وحشتناڪ گهٻراهٽ ۾) پيارو ماڻهو! ادي! ڪنهن لاءِ —

ڪئٿرين: هتي ته فقط هڪ ماڻهو ٿي آهي، جيڪو مون کي مجهي ٿو.

ڪئرولين: مسٽر سئمپسن!

ڪئٿرين: اهو ئي ماڻهو آهي! اسان جو پيارو ماڻهو — تنهنجو ۽ منهنجو — ۽ جنهن مهل هن اهو لفظ چيو ته آءٌ اهڙي ئي ويس، جو ڪنهن هٽين ها ته آءٌ ڪري پوان ها.

گريس اٿي چيو ”جيڪڏهن منهنجي دوستاڻي صلاح وٺين، ته جلدي ڪري وڃ ۽ بگڙيل ڪم کي اٿائي وٺ ۽ پنهنجي پوڙهي سئمپسن کي هڪ نه ٻيءَ کي ايماندار عورت بڻائڻ جو موقعو ڏي“. (ڪئرولين رڙ ڪري منهن، چيلهه کي پٺل ڪپڙي ۾ لڪائي ٿي؛ ڪيٿرين به روئڻ جهڙي ٿئي ٿي) شرم جي ڳالهه آهي! اسان هميشه اڪيليون ۽ گوشه نشين رهيون آهيون ۽ ڪنهن جي برخلاف ڪا گلا نه ڪئي اٿون. اسان کي ڇڏي ڇو نه ٿيون ڏين؟ ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻو پوندو. هو آهي ڪٿي؟

ڪئرولين: (دٻيل آواز ۾) هو ٿوري گهڙي اڳي

هت آيو ۾ ... اسان سان ڪا خاص ڳالهه ڪرڻي
اٿس ... تنهنجي گهر اچڻ تائين ڪجهه به نه ٿي
چيائين ... توکي رستي تي ڏسڻ لاءِ ويو آهي.
ڪيٿرين: آءٌ ڀنين جي پيچري تان آئي آهيان،
انهيءَ ڪري مون کي ايتري دير ٿي ويئي! هو
اسان کي ڪا خاص ڳالهه چوڻي اٿس، هان؟ ڪيٿرين
(ڪمزوريءَ سان) مون کي خبر نه آهي. مون کي سمجهه
۾ نٿو اچي ته ڇا ڪريون.
ڪئرولين: (اٿندي) ادي! مون ڪڙي جو کڙڪو
ٻڌو! ڪو اچي رهيو آهي!

ڪيٿرين: (دريءَ ڏانهن ٽپ ڏيندي) هو ئي آهي!
ٻر هو اندر نه ايندو! (هوءَ ڪنڌ ڌوڻي ٿي) ڏسُ!
(ٻئي ڇٽيون دروازي تي اکيون کپائي ايندڙ وقعي
جو انتظار ڪري رهيون آهن. دروازو آهستي کڙڪي
ٿو. وقفو — ۽ هاڻي مسٽر ٿامپسن جو آواز ٻڌڻ ۾
اچي ٿو).
مسٽر ٿامپسن: گهر ۾ آهي ڪو؟
ڪيٿرين: (دروازي تي وڃي) افسوس آهي مسٽر
ٿامپسن ٻر اوهان اندر نٿا اچي سگهو.
مسٽر ٿامپسن: اهو ڪيئن؟ ڇا ٿيو آهي؟
ڪيٿرين: آءٌ نٿي ٻڌائي سگهان، اوهان مهرباني
ڪري هتان هليا ويندا، مسٽر ٿامپسن؟
مسٽر ٿامپسن: (ڪجهه دير کان پوءِ) جيسين

خبر نہ پوندي تيسين نہ ويندم.

ڪيٿرين : (لاچار ٿي) آه! مهرباني ڪري هليا وڃو.

مسٽر سمپسن : (هلڪو زور ڏيندي) جيسين خبر نہ پوندم تہ ڇا آهي، تيسين نہ ويندم. دروازو کوليندين تہ آرام سان ٻڌائي سگهندينءَ.

ڪيٿرين : (ڪئرولين کي آهستي) هو نٿو وڃي! ڇا ڪجي! (ڪئرولين ڏاڍي افسوس سان ڪنڌ ڌوڻي ٿي) جيڪڏهن ٻڌائيندي مانس تہ هو نہ ويندو. جيئن تيئن ڪري ٻڌائيندي مانس. خبر پوندس تہ جلدي هليو ويندو. هو اسان جي منهن ۾ نهاري بہ سگهندو. (هوءَ ڪڙو کولي ٿي، دروازو هڪ ٻہ انچ کولي پنهنجو ڪلهو ان جي آڏو جهلي ٿي) مهرباني ڪري ٻاهر ئي بيهو. اسان اوهان جي منهن ۾ نهاري نٿيون سگهون. اسان کي جيڪڏهن هر و پرو توهان کي ٻڌائڻو ئي آهي تہ پوءِ لاچاري آهي.

مسٽر سمپسن : ڇا، اهڙي خراب ڳالهہ آهي؟

ڪيٿرين : ان کان بہ خراب! مسٽر سمپسن، ماڻهو اسان جون ڳالهيون ڪري رهيا آهن.

مسٽر سمپسن : اسان جون؟

ڪيٿرين : توهان ۽ اسان جون. سڄي ملڪ ۾ افواه آهن ـــ بدناموسيءَ جون ڳالهيون.

مسٽر سمپسن : (تحمل سان) ڇا، مون کي ان جا تفصيل ٻڌائيندينءَ، خاتون.

ڪيٿرين : (ذري گهٽ روئندي) اسان کي ڏکوئڻ جو ڪو به خيال ڪونه هو. اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ شرم ۽ گناهه آهي!

مسٽر ٿمپسن : (بي انداز صبر سان) ڪهڙيون ڳالهيون ڪرڻ؟

ڪيٿرين : ڳالهيون ته وقت اچي ٿيو آهي جو اوهان اسان منجهان ڪنهن هڪ سان شادي ڪريو!

مسٽر ٿمپسن : اهو ته پراڻو افواهه آهي. ڪيئي هفتا ٿيا، جو ٻڌو اٿم. توهان کي اهو چوڻ لاءِ ئي ته آيو هئس، معاف ڪجو.

ڪيٿرين : (حيران ٿي) ڇا چوڻ آيو هئا؟

مسٽر ٿمپسن : (آرام سان) چو، اوهان سان محبت جي ڳالهه ڪرڻ، يقين ڪريو.

ڪيٿرين : (وات مان ساهه ڪڍندي) توهان جو مطلب اهو ته ناهي —

مسٽر ٿمپسن : هائو، اٿين ئي آهي. انهيءَ ڳالهه ڪرڻ لاءِ ئي ته آءٌ آيو هئس. حيرت آهي ته ڳالهيون ڪيئن ٿيون نڪرن!

ڪيٿرين : پر — اسان کي ته ڪڏهن به ڪجهه ڏسڻ ۾ نه آيو.

مسٽر ٿمپسن : نه، سمجهان ٿو ته، توهان کي واقعي ڪجهه نظر نه آيو هوندو. هاڻي ڳالهه ظاهر ٿي آهي. ضرور اوهان کي فڪر ٿيو آهي؟

ڪيٿرين : اڙي نہ! پر، مسٽر ٿمپسن —

مسٽر ٿمپسن : ڇا، توهان ان تي ويچار ڪنديون؟ ٻچت جو بہ خيال ڪرڻو آهي، مون ڪجهہ پائونڊ بچايا آهن. ايترو جوان ناهيان، جيترو اڳي هئس، پر اسان مان هاڻي ڪو بہ نوجوان ڪونهي. سمجهان ٿو تہ اسان ٻئي هڪٻئي سان گڏ رهي سگهنداسون، جيتوڻيڪ اوهان مان هڪ سان ئي شادي ڪري سگهندس. ان ڪري اڄ تہ فيصلو ڪريون، هان؟ چڱو، مان وري اڄ شام جو ايندس. (هو غائب ٿي وڃي ٿو).

ڪيٿرين : مسٽر ٿمپسن ... مهرباني ڪري هڪ گهڙيءَ لاءِ واپس ايندا؟

مسٽر ٿمپسن : (واپس ايندي) ڇا آهي، خاتون؟

ڪيٿرين : (سخت گهٻرائجي) منهنجي پڇا ڪرڻ لاءِ معاف ڪجو، پر — مهرباني ڪري ٻڌائيندا تہ اسان منجهان ڪهڙيءَ سان اوهان - محبت ڪرڻ - جو ويچار ڪري رهيا هئا؟

مسٽر ٿمپسن : هاڻي، توهان مون تي کلنديون. سچ تہ اهو آهي تہ مون کي خبر ناهي تہ ڪهڙيءَ سان. (خوشيءَ وچان) پر ڪو بہ فڪر ناهي، پاڻ ۾ فيصلو ڪريو.

ڪيٿرين : (ٽهہ ٽهہ ڪندي) ها، مسٽر ٿمپسن! اهڙي ڳالهہ بہ ڪنهن ٻڌي؟

مسٽر سٿمسن (آهستي ٺهڪ ڏيندي) اهو سچ آهي جيتري دل ڪري ٿي، ڪلهه پيٽين ۽ پيٽي ڪلي؟ (هو ڪئرولين ڏي ڏسي ٿو، جا گهٻرائجي ٺهڪ ڏئي ٿي) سمجهان ٿو تہ هاڻي آءٌ اندر اچي سگهان ٿو ۽ ڪا، بدنامي نہ ٿيندي. (هو دروازو بند ڪري ٿو، ڪرسيءَ تي ويهي ٿو) مون انهيءَ معاملي کي هن طرف ڦيرايو آهي ۽ وري ٻئي طرف گهمايو آهي پر ڪنهن نتيجي تي نہ پهتو آهيان. هميشه توهان ٻنهي کي گڏ ڏسندو رهيو آهيان ۽ کير ۽ پاڻيءَ جي ملاوت وانگر ڪنهن بہ طرح ٻنهي کي جدا نٿو ڪري سگهان. پر جڏهن مون ڇيو تہ ان جي ڪا پرواهہ ناهي. مهرباني ڪري جيڪڏهن اوهان ٻئي اهو معاملو پاڻ ۾ طئہ ڪري وٺنديون.

ڪيٿرين: (زور ڏيندي) اسين ائين نہ ڪري سگهنديوسين.

مسٽر سٿمسن (مجبور ٿي) چڱو، توهان ٻئي بهترين ٿيون چاڏو.

(ڌرتيءَ ۾ اکيون کوڙي هو انهيءَ معاملي تي سوچي ٿو. ڀيڻي ڀينرون خاموشيءَ سان سڌو هن جي طرف ڏسن ٿيون. هو اکيون کڻي ڪئرولين جي طرف ڏسي ٿو)

ڪئرولين (جلدي جلدي، هن جي نگاهن سان نظر دور رکندي) ڪيٿرين کي، سڀ انتظام رکڻ ايندو آهي.

ڪيٿرين (جلدي) ڪئرولين مون کان وڏيڪ سٺي ۽ رچيائي آهي.

مسٽر سٿمپسن (گوڏي تي ٿڪ هڻندي) او اهائي ڳالھ آهي! ماڻهوءَ کي اوهان پنهي کان وڏيڪ سٺيون زالون نہ ملي سگهنديون. نہ وري مون کي انهيءَ معاملي جو ڪو حل نظر اچي ٿو-

ڪيٿرين (ڇرڪ ڀري) مسٽر سٿمپسن، مون کي توتي عجب ٿو لڳي!

مسٽر سٿمپسن: مون کي معلوم آهي. پر مون کي ڪو رستو ئي نٿو سجهي. (هڪ روشن خيال اچيس ٿو) سواءِ ان جي جو اسان اڏيلو ٽاس ڪريون ۽ ان جي فيصلي تي ٻڌل رهون. ڪئٿرين (اکيي ڪان ئي وڏو ڇرڪ ڀري) هن گهر ۾ ائين ڪڏهن ئي نہ!

مسٽر سٿمپسن: نٿو سمجهہ ۾ اچي تہ ائين ڇو نہ ڪريون. ڪيٿرين (شڪ وچان) اهو ٽاس ڪرڻ ۽ ڪو اچلائڻ غير معمولي آهي پر جيڪڏهن ڪ اٿو تہ اهو طريقو مقدس ڪتاب ۾ ٻڌايل آهي.

مسٽر سٿمپسن: ايمان سان تہ اهو بلڪل پڪو پختو انجيل جو قاعدو آهي! (ڪئرولين کي چاهہ ائين ناهي خاتون؟

ڪئرولين (شرمائجي) مون کي ٻهاڪن جي باب ۾ چيل هڪ جملو ياد ٿو اچي، جنهن ۾ چيل آهي، ”پڪن وجهڻ سان تڪرار ختم ٿي وڃن ٿا.“

مسٽر ٿامپسن : (فتحمنداڻي انداز ۾) ڏٺو، ڏٺو! ”پڪا تڪرارن کي ختم ڪن ٿا!“ ۽ ان حالت ۾ به ته عورتون هيون! چڱو، پوءِ؟ (هو ڪيسي ۾ هٿ وجهي ٿو ۽ پڪ پڙي سگهن جو ڪڍي ٿو، جن مان هڪ چونڊي، جهلي اڀو ڪري ٿو) هاڻي، جيڪڏهن راڻيءَ واري طرف ڪري، ته پوءِ سمجهو ته ڪئٿرين آهي، ۽ جيڪڏهن ڏانداريءَ واري نوجوان ڇوڪريءَ واري پاسو ٿو ڪري، ته سمجهو ته ڪئرولين آهي) چڱو هاڻي، اچو هي ٿو وجهو! (هو سڪي کي ڦيرائي اڇلائي ٿو ۽ ان کي جهٽڻ جي ڪوشش ۾ ٿڙي ٿو وڃي سڪو وڃي هڪ ڪنڊ ۾ ڪري ٿو. هو هٿن ۽ گوڏن ڀر ريڙهيون پائي ان کي کڻڻ وڃي ٿو) اوهو، بدبختي! ڪيٿرين (منجهيل آواز ۾) ڪهڙي خرابي ٿي؟

مسٽر ٿامپسن : منهنجي پياري، سڪو وڃي فرش جي چيرَ ۾ اٽڪي پيو. پاسيرو وڃي ويٺو ۽ ڪو منهن سر ڪونه هيس. (وهندي) چڱو، ڏسون ٿا ته نتيجو ليٽ ڪهڙو ٿو نڪري!

ڪئرولين : اهوئي قسمت ۾ هو!

ڪيٿرين : (سنجيدگيءَ سان) اشارو هو، يقين ڪر! آءٌ سمجهان ٿي ته اها سچي بيوقوفي آهي ۽ بهتر ٿيندو ته اسين ان باري ۾ ڪجهه به نه چئون.

مسٽر ٿامپسن : مون کي ائين نٿو نظر اچي. اس اسان کي فقط ڪو بيو رستو ٿي آزمائڻ گهرجي.

ڪئرولين (ڏچندي) جيڪڏهن مسٽر سٿمپسن اسان کان ڪجهه وقت دور رهي، ته انهيءَ وچ ۾ شايد دل پڌي سگهي.

مسٽر سٿمپسن (شڪ سان) اهو شايد آءٌ ڪري سگهان، وري شايد نه به ڪري سگهان.

ڪئٿرين: چوندا آهن ته غير موجودگي دل ۾ وڌيڪ شوق پيدا ڪندي آهي.

مسٽر سٿمپسن: اها ڳالهه تمام ٺيڪ آهي؛ پر مون کي، پنهنجي لاءِ شوق گهٽو ٿي پوي ته پوءِ اسين ڪٿي رهنداسون؟ (اٿندي) يقيناً هيءَ عجيب حالت آهي! جئن آڪاڻين جي ڪتابن ۾ سليل پراڻا قصا هوندا آهن!

ڪيٿرين: (پير کي زور سان هڻندي) مون کي ته توهان جي ڳالهين تي صبر ٿيو اچي، جو اوهان اهڙي وقت آڪاڻين جي ڪتابن جون ڳالهيون پڙايو ٿا، جڏهن اوهان کي اسان کان انهيءَ ڳالهه لاءِ معافي گهرڻ گهرجي، جيڪا اوهان اسان جي لاءِ پيدا ڪئي آهي! اوهان جي عمر جو ماڻهو کي ڪو پتو ڪونهي. مسٽر سٿمپسن (هن کي پيار سان ڏسندي) آها! انهيءَ ۾ ڪجهه جوش آهي! توهان مون کي اهو محسوس ڪرائي رهيون آهيو ته چڻ آءٌ پنهنجي پيءُ سان گهر ۾ رهي رهيو آهيان. هوءَ به اهڙي ئي هڪ پي عورت آهي. مون کي حيرت آهي، هاڻي

(هو ڏاڍي خيال سان ڪيٿرين کي گهوري نهاري ٿو، تانجو ڪئرولين جي بيخود چهري تي هن جو ڌيان ڏانهنس ڦري وڃي ٿو) چوندا آهن ته جنس کي جنس ملندي آهي. آءٌ ته خاموش طبيعت آهيان. (هو مٿو ڪنهندي هڪ ڪان ٻيءَ ڏانهن نهاري ٿو) آها! مون کي معلوم ناهي (ڪئرولين کي) خير، خاتون اسين توهان جي رٿا آزمائيندا سين (هو ٻاهر وڃي ٿو. ٻئي ڀينرون اڪيليون رهجي وڃن ٿيون. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ٻنهي جي درميان خاموشي آهي ۽ هرهڪ، ٻيءَ جي موجودگيءَ ۾ محسوس ڪري ٿي. ڪيٿرين ٻنهي کان اول چهرو ڪري ٿي)

ڪيٿرين: (اٿندي ۽ خنڪيءَ سان ڳالهائيندي) ذري گهٽ سادا چار ٿي رهيا آهن. ٻاهر کي جا ڳائڻ ۽ رڌ پچاءُ ڪرڻ جو وقت ٿي ويو آهي. ڪئرولين (اٿندي ۽ ٻنهنجين تيارين جو سلسلو جاري رکندي) سمجهان ٿي ته مون کي ٿلهي ساني پچائڻي پوندي.

ڪيٿرين: (نفرت سان سگهندي) جيڪڏهن دل ڪري سگهيئي، ته بيشڪ ڪر. مون کي تنهنجي ٿلهي ساني ڪڏهن به پسند ڪانه آئي آهي.

ڪئرولين: (دلي، هر ضد تي قائم رهندي) چڱو، آءٌ وري به اهائي ٺاهيندي س، (هوءَ ڪٻاٽ طرف وڃي ٿي) الو ڪٿي آهي؟

ڪيٿرين: نوڪريءَ ۾ ٿي آهي؟ پيو وري ڪٿي

هوندو؟ (هو نوڪرو کڻي ٿي ۽ زور سان ميز تي رکي ٿي) ڏاڍا! پلي پنهنجي ڏاهي ماٺيءَ کي هلائيندي رهه! آءٌ وڃان ٿي چوزن کي ڏسڻ! (هوءَ پاسي واري دروازي مان ٻاهر وڃي ٿي)

ڪئرولين : اٺي ۾ هٿ وجهندي ۽ افسوس سان گرئنڊ فادر کي اپيل ڪندي) آها، گرئنڊ فادر! اديءَ کي ڇا ٿيو آهي؟ ۽ مون کي ڇا ٿيو آهي؟ مون ذري گهٽ کيس جواب ڏنو هو! (هوءَ بيدليءَ سان پنهنجو ڪم جاري رکي ٿي) ڊپ اٿم ته هيءَ ماٺي ڪا سٺي ڪانه ٿيندي، گرئنڊ فادر. مون کان آنا ته ذري گهٽ وسري ويا هئا! پاسي واري دروازي کان ٻاهر نڪري وڃي ٿي ۽ ٿوري ئي آنن جو ٽوڪرو کڻي اچي ٿي، جن مان هڪ کي هوءَ پيالي مان پچي ٿي ڪئٿرين واپس اچي ٿي، کي ڏسندي ئي ٻڏي وانگر سخت ٿي وڃي ٿي)

ڪيٿرين : (ٽوڪري طرف اشارو ڪري سختيءَ سان) ڇا، تون اهي آنا کڻي آئي آهين!

ڪئرولين : (جهيڻي آواز ۾) فرض ڪر ته آءٌ کڻي آئي آهيان!

ڪيٿرين : (آواز اوچو ڪري) توکي چڱيءَ طرح معلوم آهي ته اڄ آءٌ ڏاڍيءَ (ڪڪڙ جو نالو) کي الهن آنن تي وهاري رهي هيس.

ڪئرولين (ڏڪندي) سمجهه، ته آءٌ کڻي آيس!

ڪيٿرين : (اچا ٻه وڏو واڪو ڪري) پوءِ تون اهي آنا ڇو ڪٽي آئي آهين؟

ڪئرولين : آءٌ - آءٌ اهي ڏيڻ آنا ڪٽندس، جن منهنجي د- دل چورندي- هاڻي پڌءِ؟

ڪيٿرين : (وڏو واڪو ڪندي) اها هڪ ذليل چالاڪي آهي جو تون منهنجا اهي آنا ڪٽيا آهن، ويچاري سهڻي پياري ڪڪڙ!

ڪئرولين (طنز ڪرڻ جي بيڪار ۽ اجائي ڪوشش ڪندي) آه، تون ۽ تنهنجا ويچارا پراڻا آنا! (هوءَ زوئڻ لڳي ٿي) ڪيٿرين (هن ڏانهن ڊوڙندي) ادي! پياري ادي! (ٻئي ڀاڪر پائين ٿيون) هيڏن سارن سالن ۾ ڪڏهن به هڪٻئي کي ڪاوڙ مان هڪ لفظ به نه چيو سين، ۽ هينئر- آه، لعنت هجي هن مرد تي!

ڪئرولين (چرڪ ڀري) ادي!

ڪيٿرين (خوشي محسوس ڪندي) لعنت هجي انهيءَ [illegible] تي، ڪهڙو نه ڀڳو ٿئي ها، جو اسين [illegible] کي اکئين نه ڏسون ها!

[illegible] : [illegible] ادي! [illegible] تڏهن جڏهين اسان ٻنهي هن سان ساڻ دري گهٽ انجام ڪري ڇڏيو آهي ڪيٿرين (سختيءَ سان) هڪ هفتي جو نوٽيس پائيهي هن کي ٺيڪ ڪري ڇڏيندو.

ڪئرولين : ڪيٿرين، اسين ائين نه ڪري سگهنديون نسين!

ڪيٿرين : (ڪجهه نرم ٿيندي) اها آهي ته برابر سخت ڳالهه. پر اسين هن طرح نه هلي سگهنديوسين.

ڪئرولين : شايد هو نيٺ وڃي ڪو فيصلو ڪري وٺي.

ڪيٿرين : اها ته اچا به وڌيڪ خراب ڳالهه ٿيندي جو ڪيس اسان پنهنجي مان ضرور هڪ کي ڇونڊڻو پوندو.

ڪيرولين : (ٿڌو ساهه کڻندي) پياري ادي - مون کي - مون کي شادي ڪرڻ لاءِ ڪو شوق ڪونهي.

ڪيٿرين : (سختيءَ سان) ڪئرولين اسٽيونس، جاري تي انجيل مقدس رکيو آهي. پنهنجو هٿ ان تي رک ۽ اهي لفظ وري ته چئه.

ڪئرولين : (پنهنجو منهن هٿن ۾ لڪائيندي) آءٌ - آءٌ نٿي چئي سگهان.

ڪيٿرين : نه، ۽ آءٌ به نٿي چئي سگهان؛ ۽ اسين ٻئي آهيون، جو هڪ مرد جي چوڌاري ڦري رهيون آهيون.

ڪئرولين : (ڏڪي ٿي) آه، نه چئه ادي!

ڪيٿرين : (بيرحميءَ سان) ها - احمق - پوڙهيون! پر ائين ڪونه ٿيندو. شڪر آهي جو منهنجي مٿي ۾ اڃا ڪجهه عقل باقي آهي؛ ائين ڪونه ٿيندو. جيئن وڌيڪ ترسندو، تيئن وڌيڪ خرابي ٿيندي.

ڪئرولين : هن کي ڳالهائڻ لاءِ مجبور ٿيڻو پيو.

ڪيٿرين : ائين برابر هو. ادڙي، هن محلي ۾

ڪاڻ ساڙ سڙي زال ۽ گنهگار خيالات رکندڙ سالي نه رهندي.

ڪئرولين: ادي! اهڙيون خوفناڪ ڳالهيون!

ڪيٿرين: منهنجو فرض آهي ته صفا ڳالهايان. ويندو هو ضرور.

ڪئرولين: (دريءَ وٽ) ڪيٿرين! هو واپس ايو اچي! ۽ سمجهان ٿي ته هن کي هٿن ۾ دستانا آهن!

ڪيٿرين: دستانا! ته پوءِ هن اڳيئي دل من ڪاڻ پڇي ڪا ڪئي آهي! اسانکي خبر پوندي ته اڃا ڀي وڌيڪ ڏکي ڳالهه ٿيندي. (آهستي آواز ۾ تيزيءَ سان) هائي، ڪئرولين، تون انهيءَ ڪم لاءِ تمام نرم آهين. هڪ لفظ ڀي نه ڳالهائجانءِ ۽ روئڻ شروع نه ڪجانءِ. اسان کي سخت ڏکيو ٿيندو، نه ته ڪڏهن ڀي هن سان چند نه ڇڏائي سگهنديونسين. هش!

(هو بيٺي پاڻ کي انهيءَ آزمائش لاءِ مضبوط ڪن ٿيون. دروازو کلي ٿو ۽ مسٽر ٿامپسن ظاهر ٿئي ٿو).

ڪيٿرين: (ٿڌو ساهه ڀري) مسٽر ٿامپسن، اوهان مهرباني ڪري اڄ کان ولي هڪ هفتي جو نوٽيس وٺو.

(هن جي مسڪراهٽ آهستي آهستي سخت حيراني ۾ بدلجي ٿي) ڪئرولين سڏڪا ڀرڻ لڳي ٿي.

مسٽر ٿامپسن: (ڪمزوريءَ سان) آءٌ واقعي هڪ پوڙهو ڪند ذهن ماڻهو آهيان ۽ مون کي هن معاملي

جي پوري سمجھ، ٿي نٿي هوي.

ڪيٿرين: (وحشت وچان) هن ڳالهه، ۾ صحيح جو ڪو سوال ٿي ڪونهي! ڇا، تون ميڪم بند ڪندين؟، پيءُ! هيءَ ڳالهه، سڄي ساري غلط آهي ۽ توهان کان جدا ٿيڻ ۾ ته، افسوس نٿي ٿو. پر وڃڻو اوهان کي ضرور پوندو.

مسٽر سمپسن: (پاڻ سنڀاليندي) پر خاتون، ته اسان جي وچ ۾ شاديءَ جي متعلق ڪي ڳالهيون ٿيون هيون.

ڪيٿرين: احمقاڻيون ڳالهيون! انهن ڳالهين کي واپس وٺڻو پوندو.

مسٽر سمپسن: جيڪڏهن مون کان غلطي نه ٿي آهي، ته مون کي دل - يا ڪٿي چئو ته، من - پڻ لاءِ چيو ويو هو.

ڪيٿرين: هاڻي گهڻي دير ٿي ويئي. وڌيڪ ان معاملي ۾ ڪجهه نه چئو.

مسٽر سمپسن: جيڪڏهن غلطي ٿو ڪريان ته آءٌ هن چوڻ لاءِ موٽيو آهيان ته مون انهيءَ معاملي جي صفائي لاءِ هڪ نتيجي تي پهتو آهيان. آءٌ چوڻ آيو آهيان ته مون انهيءَ خاتون جي چونڊ ڪري ڇڏي آهي.

ڪيٿرين: (هن کي هٿن سان جهليندي ۽ پنهنجن ڪنن کي بند ڪندي) مهرباني ڪري وڌيڪ ڏکي نه، پٺايوس! جيڪا به آهي، ته، ان جو جواب انڪار

ٿي ٿيندو. (وڏيڪ نرم آواز ۾ ڳالهائي ٿي) ان هوندي به اوهان جا لکين شڪرانا، ۽ اميد ته اوهان اسان جي باري ۾ ڪي سختيءَ وارا خيال نه ڪندا ۽ اسين اوهان جي متعلق مهرباني ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ خيال نہ رکيو نسون.

مسٽر سٽمپسن: (پنهنجي ڌيءَ کي آڪڙائيندي) تمام چڱو خاتون (هو دستانا لاهڻ لڳي ٿو) آءٌ انهن مان ناهيان جو ڌي ڪنهن تي زوريءَ وجي ڪران (دستانن کي غور سان نهاري ٿو) نہ وري ڪي سوال پڇندس ... نہ ڪي نالا وٺندس. (هو دستانن کي هڪ ڳول ڪينهوڙي جي صورت ۾ ويڙهي ٿو)

ڪيٽربن: (آڪڙجي) توهان انهن کي خراب ڪري ڇڏيندؤ ... هيڏانهن ڏيو (هوءَ هن کان دستانا وٺي ٿي، صفائيءَ سان هڪ ڪي ٻئي جي مٿان ورائي ٿي ۽ هن کي واپس ڏئي ٿي).

مسٽر سٽمپسن: مهرباني، هڪ جنازي جي جلوس ۾ پائڻ لاءِ خريد ڪيا هئم، جنهن ۾ شريڪ ٿي نہ سگهيم. چڱو، جيڪڏهن مون کي وڃڻو ئي آهي، تہ پوءِ جيئن اڳي تيئن بهتر (ڪوٽ مان ڳل لاهي ٿو ۽ ان کي ميز تي رکي ٿو) پنهنجي چولڊيل محترمہ کي پيش ڪرڻ جو ارادو هئم - ۽ پنهنجو هلڪو سلڪو سامان پوءِ گهرائي وٺندس (ڪجهہ چانديءَ جا سڪا ميز تي ڪڍيندي) ٿي شلنگ - ملڪ

جي قانون مطابق هن هفتي ۾ ايندڙ هفتي جي مسواڙ.
ڪيٿرين: (ڏاڍو متاثر ٿيندي) مسٽر سٽمپسن، اسين هن جي ولڻ جو خيال ٿا —
مسٽر سٽمپسن: (صبر سان هٿ ڪڍندي) مهرباني خاتون، اهو ته ملڪ جي قانون موجب آهي ۽ آءٌ سمجهان ٿو ته بس معاملو ايترو ئي آهي (دروازي تي) خدا حافظ!
ڪيٿرين: چاڪ وڃڻ کان اڳ هٿ نه ملائيندا؟
مسٽر سٽمپسن: نه، منهنجو خيال آهي ته نه.
(هو ٻاهر وڃي ٿو. دڪدائڪ خاموشي، جنهن کي ايٺ ڪئرولين جي روڄ راڙي جو آواز ٽوڙي رکي ٿو).
ڪئرولين: هو سڄي زندگي اسان کان نفرت ڪندو رهندو!
ڪيٿرين: (هٿ سان پنهنجي ڏک کي لڪائيندي) اسان اهو ڪجهه ڪيو آهي، جيڪي صحيح آهي.
(گل تي سندس نظر پوي ٿي. هوءَ ان کي کڻي ٿي ۽ سڄي ڪري پنهنجي منهن سان لڳائي ٿي).
ڪئرولين: (پنهنجو هٿ ڊگهيريندي) اهو مونکي ڏي، آءٌ ان جي حفاظت ڪنديس.
ڪيٿرين: (جلدي پنهنجيءَ پٺيءَ ڏانهن ڪندي) اهو سندس چوٿڙيل خاتون کي ڏيڻ لاءِ هو. شايد تون اڃا نه سمجهين —

ڪئرولين: اِئين سمجهڻ لاءِ مون کي ته، اوترو ئي حق آهي، جيترو توکي.

(هو ٻئي دشمنيءَ ڇهڙيون نگاهون ڪٽي هڪٻئي جي سامهون ٿين ٿيون. اهو بحران ته، ڪئرولين جي سڏڪن سان گذري وڃي ٿو).

ڪيٿرين: اِئين نه ٿيندو! (هوءَ ٻاهر ڏانهن وڃي ٿي ۽ گل کي ان ۾ اڇلائي ٿي) ۽ اهو آهي هن سڄي قصي جو خاتمو! مانين پڇاڻي جو وقت ٿي ويو آهي. اچ، جلدي ڪري وٺ!

(پڙدو ڪري ٿو، جيئن ٻئي ڇٽيون خاموشيءَ سان ڪم ڪرڻ کي لڳي وڃن ٿيون).



# دي گريٽ گلوب اٽ سيلف

# THE GREAT GLOBE IT SELF

## (خود عظيم گلوب)

منظر: اسٽيج جي پٺيان، مرڪز ۾ پڙدي لڳل هڪ هيٺيل جاءِ آهي، جنهن کي مٿان هڪ بالڪني آهي ته جئن اها ايليزبيٿ جي زماني جي "ٻٽڪ اسٽيج" جي ڏِک ڏئي. الهيءَ جاءِ اندر جي هڪ لنڍي ميز آهي، جنهن تي شطرنج ۽ ان جي مهرن جي هڪ صندوق رکي آهي ۽ ٻه ڪرسيون به رکيون آهن. پٺين پاسي، ڪمان جي ڏائي طرف، هڪ ڪرسي، جنهن تان ڪجهه سين ڏائي هٿ تي، اسٽيج جي اڏ وٽ، هڪ ڪرسي. پٺين پاسي، ڪمان جي ڏائي طرف، ڪاغذن جو هڪ ڍڳ رکيو آهي ۽ ساڄي هٿ تي اسٽيج جي ڇيڙي وٽ هڪ وڏي سامان جي پيٽي رکيل آهي، ساڄي طرف، اسٽيج جي سامهون، پاسن وارن پڙدن جي سهاري سان پاسيرا رکيل ڪجهه، وڏيڪ لوڪيشن بورڊ رکيل آهن، جن سان "بوهيميا جي سمنڊ جو ڪنارو" تصوير سيني ڪان مٿيري ٻڌي آهي.

جڏهن ڀرُدو مٽي ڪڇي ٿو، تڏهن هيمنگس ساڄي مهاڙيءَ کان تڪڙو تڪڙو داخل ٿئي ٿو، جنهن جي پٺيان ڪونڊيل وڏيڪ آهستگيءَ سان داخل ٿئي ٿو)

هيمنگس: ٽين ريهرسل آهي، ڪولڊيل سان ايترو به نٿو چئي سگهان ته هو پنهنجا ڳالهايل لفظ به ڪي سمجهن ٿا. خاص طرح ڀرين ائڪٽ ۾. نا اميدي جهڙو آهي، بلڪل نا اميدي جهڙو! پر توکي ته خبر آهي ته اربيڪ اچ ڪله، ڪيڏن آهي- جيڪڏهن گفتگو ۾ وٺندس، ته ياد ئي نه ڪندو.

ڪولڊيل: هو پوڙهو ٿي ويو آهي، هيمنگس. هو مڃي نٿو، پر ڪيس معلوم ضرور آهي.

هيمنگس: هو ول کي ايذي ڪ آهي. صلاح ڏندو، پر عمل نه ڪندو. اسان منجهان ڪنهن کي . خبر ناهي ته هن ناٽڪ کي ڇا ڪري سمجهون. سچ ٻڌايانءِ ته مون کي ان بابت ڏاڍو فڪر آهي. (هو اندرئين ڪمري سان ٻاهر اچي ٿو، ڀرُدا ڇڪي ٿو ۽ ڪونڊيل جي ڏانئي طرف اچي ٿو)

ڪونڊيل: ول منهنجان منهنجي اعتماد کي لوڏائڻ لاءِ ڪهڙو ڪجهه ڪهرجي. هيمنگس، مون کي خوشي آهي جو آءٌ ناٽڪ جو اندازو لڳائڻ ۾ ذرا سٺو پارکو آهيان. ۽ مون کي خبر آهي ته ٻئاڪ کي ڇا کپي. مون ۾ جيو هو ته ”ڪنگ ليئر“ ناٽڪ پيش ڪرڻ جي لائق آهي؟

هيمنگس: اسان سڀني کي معلوم هو ته اهو مائهن کي ڇگو پسند ايندو.

ڪونڊيل: ڀريچ رستي تي مليم.

هيمنگس: هن مهل تائين ڪيس اچڻ گهرجو هو. خير، هن انهيءَ باري ۾ ڇا چيو؟

ڪوانڊيل: چيائين ته هي - ٿورڙو - ڪجهه مزي کان ڪريل آهي - ”محض هڪ چريائي“ آهي.

هيمنگس: ائين؟ آءٌ ٿو توکي ٻڌايان ڪونڊيل، ته اهو ڇا آهي. تو ۽ مون وارڪر. اڳي يا پوءِ سڀ لڪي لڪي ختم ٿيو وڃن.

(سيميوئيل گلبرن پٺيان ساڄي هٿ کان داخل ٿئي ٿو، پيڙهي کولي ٿو ۽ ان مان گڏه جو مٿو ٻاهر ڪڍي ٿو ۽ هيمنگس جي تقرير ۾ دلچسپي وٺندي، هو گڏه جي مٿي کي هڪ ڪن کان جهلي، اڳتي وڌي اچي ٿو)

ڪونڊيل: هائو، ۽ پوءِ هن قسم ڪٿي ۾ راحت حاصل ڪري ٿو ته الهن ڇهڙا ناٽڪ پيا ڪينهن (هو کلي ٿو)

هيمنگس: ول اڳي ڇهڙو نه رهيو آهي.

گلبرن: (وچ تي وڌي اچي ٿو ۽ وچ ۾ ٿيي) نه اهو واقعي اڳي ڇهڙو ناهي! توکي ياد آهي ته هڻ ڪئين هينري چوٿين ۾ ٿه پوڙهي ملڪه کي ڪلائي ساهه منجهايو هو!

(هو اشارا ڪري ٿو. جڏهن ڏسي ٿو ته ڪو به ماڻهو ڪيس ڌيان ڏئي نٿو ڏئي تڏهن ڪڏهن جو مٿو رکي ٿو ۽ هڪ چوغو ٻاهر ڪڍي ٿو جنهن کي هو سئي ڌاڳي سان مرمت ڪرڻ لڳي ٿو).

هيمنگس :- هاڻي اسان کي ڪم شروع ڪرڻ گهرجي اوهو، جڏهن مون کي انهيءَ ڀرين پڙدي جو ٿو خيال پوي! ۽ سو به نئون ناٽڪ!

ڪونڊيل :- مون کي انهيءَ نئين چيز پڙهڻ جو شوق آهي. منهنجو پارٽ لکيل اٿيئي؟

(هيمنگس پنهنجي وچي ٿو ۽ پنهين پاسي رکيل ڪاغذن ۾ ڏوڙيندي ٿو) ۾، هيمنگس، چو نه ڪن پراڻن پسنديده ناٽڪن مان هڪ ڪجي؟

هيمنگس (مسودو ڪونڊيل کي ڏئي ٿو، جيڪو ان جا پنا اٿلائي پٿلائي ٿو) پراڻو پسند آيل ناٽڪ! اڙي ميان هيءَ فقط پئسن ڪمائڻ ۽ عام ماڻهن کي راضي ڪرڻ وارو ناٽڪ ڪونهي! تو نه پڌو آهي؟ پر ايچ نوڪي نه پڌايو؟ هيءَ شهزادي ايليزبيٿ جي شاديءَ جي موقعي لاءِ شاهي فرمان جي جواب ۾ ٺيندڙ ناٽڪ آهي!

گلبرن (صندوق تي ويهي) ها، ٺي سگهي ٿو. پر جنهن ڳالهه پوڙهي ملڪه کي راضي ڪيو هو، سا ئي ڳالهه جوان شهزاديءَ کي به پسند اچڻ گهرجي. (چوغو پاسي رکي ۽ اشارا ڪندي اٿي اچي).

ڪونڊيل: ۽ اسان جو رازو دوست، ماسٽر بينجامن جونسن ان باري ۾ ڇا ٿو چوي جو ڪيس نظرانداز ڪري ول کي مهرباني ڏيکاري ويئي آهي؟

هيمنگس: ول چيو ته هو انهيءَ پوڙهي کي ريهرسل وقت دعوت ڏيئي گهرائيندو. بين سخت نڪتچين آهي (ڏاڻي طرف وڃي ٿو ۽ برابيج جي داخل ٿين تي پاسو ڦيرائي) پر آءٌ سمجهان ٿو ته هو مشڪل ايندو.

(برابيج ساڄي طرف کان اچي ٿو ۽ اسٽيج جي وچ تي اچي ٿو. سندس پٺيان سلاه ۽ فيلڊ اچن ٿا)

هاڻي، برابيج، اسين شروعات ڇو نٿا ڪريون؟

برابيج: آءٌ نه ڪندس، جان. آءٌ نه ڪندس. هي انتهائي احمقانه مواد آهي (هو پنهنجي مسودي تي ٺڪاءَ ڪري ڌڪ هڻي ٿو) هاڻي تون ئي ٻڌاءِ ته هيءُ پراسپيرو، پلا ان ۾ منهنجي اداڪاريءَ لاءِ ڪهڙو موقعو آهي؟ جيڪڏهن مون کي اهم ڪردار ناپسند آهي ته پوءِ يقيناً سڄي ناٽڪ کي ناڪاميابيءَ لاءِ اهو ئي سبب ڪافي آهي!

(ڪونڊيل ڪلها لوڏائيندي هڪ ڪرسيءَ تي وڃي ويهي ٿو، جا ڏاڻي طرف ڪمان وٽ رکيل آهي ۽ مسودو اٿلائڻ لڳي ٿو)

سلاه: (اڳتي وڌي اچي ٿو) هيمنگس، برابيج بلڪل صحيح آهي. ول وري ، ڪيس پوڙهي ماڻهوءَ

جو ڪردار ڏنو آهي - ۽ اهو بلڪل معقول ڪم آهي ڇاڪاڻ ته ڊڪ هاڻي هئمليٽ يا اوٿيلو جهڙن ڪردارن لاءِ پوڙهو ٿي چڪو آهي.

اربيج: پوڙهو! آءٌ سياڻي وري به هئمليٽ ڪري ڏيکاريندم، پر هيءُ پراسپيرو.

سلاء: پر هن پوڙهي ماڻهوءَ ۾ وڏي خامي اها آهي ته ان ۾ ڪوبہ جذبو ۽ جوش ڪونهي.

اربيج: مون کي ليئر جهڙي پوڙهي ماڻهوءَ جو ڪردار ادا ڪرڻ تي ڪوبہ اعتراض ڪونهي، جنهن ۾ رکي رکي هِهڙن لفظن ذريعي پنهنجو جوش ظاهر ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو.

[ڏاڍي جذبي سان] پر هيءُ پراسپيرو ڪنهن ڪم جو ناهي. ڪوبہ جوش ڪونهي! ڪو درد ڪونهي!

گلبرن: آه، هاڻي تون ٺيڪ ٿو چوين!

هيمنگس: چوانءِ ٿو ڊڪ، ته اسان کي شاديءَ لاءِ ڪا نئين چيز پيش ڪرڻي آهي. هيءُ ناٽڪ ڪيئن به هجي، پر نئون آهي، ڊڪ. آهي نہ؟

فيلڊ: رابنسن مرنڊا جو پارٽ چو ادا ڪري؟ مون ڪارڊيليا جو ڪم ڪيو هو، هيمنگس. (ڏاڍو غمگين ٿي) آءٌ مرنڊا جو پارٽ چو نہ ادا ڪريان؟

هيمنگس: تنهنجو آواز ڪڙڪ ٿي رهيو آهي، نيٽ ۽ تون هاڻي بدشڪل ٿي رهيو آهين. هاڻي تون زنانہ ڪردار ڪڏهن بہ ادا ڪري نہ سگهندين.

۽ هيڏانهن ڏک، توڙي اسان ول کي نٿون ٽانڪ لڳڻ لاءِ آماده ٿي، ڪٿي ڪنداسين، ته ٻه، جيسين هو لڪي تيسين اسان کي هيءَ ٿي ڪرڻو آهي.

بريچ: اهو نه هلندو. هيءَ ٻاراڻو ڳالهه آهي. ڇا ڪو جوش ۽ ڇا ڪو درد!

هيمنگس: هاڻي، ڏسان پيلا (وري مسودن کي ڏسي ٿو) هيءَ آهي پراسپيرو جي مرڻنڌا لاءِ ڏکي تقرير. توکي ان کي آزمائڻ جو ڪو موقعو ئي نه مليو آهي. تون مهرباني ڪري ان تي نظر ته وجهه، هان، بريچ.

(بريچ ۽ گلبرن اسٽيج جي وچ تي پيل وڏي ڪرسيءَ ڏانهن وڃن ٿا) هو بدمعاش ڪٿي آهي؟ (ساڄي هٿ جي سامهون واري طرف کان رابنسن اچي ٿو).

رابنسن: اجهو آيو آهيان، ۽ خبردار جڏهن پنهنجي محبوبه جو ذڪر ڪرين ته بدبخت جو لفظ استعمال نه ڪجانءِ!

هيمنگس: تون دير ڪري آيو آهين! توکي پنهنجو پڙو پاڻي پيڻ گهرجي! اسين پهرين سين ڪٽيون ٿا — جهاز جي ٽٽڻ کان هڪدم پوءِ. پراسپيرو، اتان کان وٺي ڪڻ ”تون پنهنجون اکيون اکهي صاف ڪر“.

بريچ: آءٌ ان وقت تائين اها سين نه ڪندس

جيسين مون کي اها پڪ نہ ملندي تہ هي ڇورو اڳئين دفعي وانگر وچ ۾ ڪونگهرا نہ هڻندو.

هيمنگس: نہ ڪندو، ۽ جيڪڏهن ڪيائين -

ارابيج: ٺيڪ ٺيڪ. نٿو چئي سگهان تہ مون کي هي لکر ياد آهي. (پراسپيرو جو ڪردار اختيار ڪري ڳالهائي ٿو) "تون پنهنجيون اکيون اکهي صاف ڪر، دلجمعي ڪر".

(رابنسن هڪدم اکيون اگهي ٿو ۽ فيلڊ هن جو نقل ڪري ٿو ۽ ملاح جو ڌيان هن جي طرف ڇڪائي ٿو).

هيمنگس: نہ، نہ، نہ. انهن هڪدم ئي اکهين- ترس، ترس!

ارابيج: "ٻيڙيءَ جهاز جو نظارو، جنهن تنهنجي فطرت ۾ سمايل رحم جي جذبي کي جاڳايو".

هيمنگس: آهستي، آهستي. وسارهن ٿو. اڙاڙ نہ ڪر. تون هن کي نرم آواز ۾ تسلي ڏيئي رهيو آهين. (رابنسن ارابيج تي کلي رهيو آهي ۽ پنهنجي ڪلهي کان پٺي طرف آڱوٺي سان اشارو ڪري ملاح جو ڌيان ان ڏانهن ڇڪائي رهيو آهي).

بربيج: هائو، مون ڇا چيو؟ هيءُ پارٽ ماڻهوءَ کي ڪو بہ موقعو نٿو ڏئي.

"نہ، هڪ وارو جيترو بہ نقصان،
ڪنهن بہ ساهہ واري کي جهاز ۾ نہ ٿيو آهي

(نرميءَ سان ڳالهائيندي)

جنهن کي تو رڙيون ڪندي ٻڌو، جنهن کي غرق ٿيندي ڏٺو،

ويهي رهه ...... ويهي رهه ......" (ڪاوڙ مان) ويهندين يا نه؟

(برائيج وچ واريءَ ڪرسيءَ تي ويهي ٿو)

"ويهي رهه؛

چاڪاڻ ته هاڻي تو کي وڏيڪ ڪجهه چاڻڻ گهرجي".

هيمنڪس: (ڏاڍي هٿ طرف اکيتي ورانڪهون پائي وڃي ٿو) شروعاتي منظر جو ڪو سٺو تعارف ته ناهي! ول کي هي ڦيرائڻ گهرجي. (ڦرندي) هاڻي، رابنسن.

رابنسن: "تون اڪثر ڪري مون کي ٻڌائڻ شروع ڪندو آهين ته آءٌ ڪير آهيان، پر چپ ٿي ويندو آهين". قسم آهي، هيمنڪس، هيءَ سچ آهي! هو اڪثر ڪري شروع ڪندو آهي ۽ وري بند ڪندو آهي!

برائيج: (ڪاوڙجي) تون ... آءٌ ...

(هو رابنسن کي پڪڙڻ لاءِ جهٽ هڻي ٿو، جنهن کي ڏٻ ڏيئي پاڻ بچائي ٿو).

هيمنڪس: (ڪاوڙ ۾) ويهي رهه، رابنسن! ويهي رهه ۽ زبان بند ڪر.

(رابنسن ويهي ٿو ۽ چپ ٻاهر ڪڍي ان کي ڏاڍي غور ۽ بيهودگيءَ سان پنهنجين آڱرين جي وچ

۾ جهلي ٿو).

”پر بس ڪري مون کي ڇڏي ويو آهين...“

اڙي اڪتي هل!

رابنسن: جڏهن زبان جهلي رهيو آهياز، ته پوء ڪيئن اڪتي هلي سگهندس؟

(برابيج هن کي ڏڪائي ٿو)

”۽ مون کي اجائي ٻچا ڳاچا ڪرڻ لاء
ڇڏيو اٿيئي، آخر ۾ ائين ٿي چيو اٿيئي
’ترس: اچا نہ‘“.

برابيج: ان کان پوء اڪتي هل، ڪٿا، ختم ڪر.

رابنسن: بس، مون ختم ڪيو. ”آخر ۾ ائين چيو اٿيئي، ’ترس: اچا نہ‘“.

هيمنگس: (جيڪو ڏاڍو آتو آهي) اسين هن رفتار سان ڪيئن پورو ڪري سگهنداسين!

برابيج: ”چا تون ياد ڪري سگهين ٿي (نرميءَ
سان ڳالهائيندي) هن پناهگاه ۾ اچڻ کان
اڳ وارو هڪ وقت؟ پاڻيان ٿو ته، ترن نہ
ياد ڪري سگهندينءَ. ڇاڪاڻ ته ان وقت
تون ٽن سالن کان ٻاهر نہ هئينءَ“ (ڪاوڙ
سان) ۽ خدا جو قسم، تنهنجي چال چلگت
مان ائين ٿو ظاهر ٿئي ته اچا به وڏو نہ ٿيو
آهين، نالائق!

هيمنگس: (سخت ناراضگيءَ سان) وچ ۾ ڳالهيون

ٿيو نہ گھرجن.

رابنسن : ”يقيناً، جناب، آءُ ياد ڪري ٿي سگھان“.

برليج : ڪھڙيءَ طرح سان؟ ڪنھن ٻئي گھر سان يا ڪنھن ماڻھوءَ سان؟ ڪنھن ۽ شيءِ جي شڪل و صورت ياد اٿيئي تہ مون کي ٻڌاءِ“.

رابنسن : (منھن ڦيرو ڪري فيلڊ کي ڏسي ٿو)
”تمام ڏورانھون خيال آھي،
۽ ھڪ خواب وانگر آھي، ڪ ناھي
جيڪي منھنجي يادگيريءَ ۾ آھي —“

هيمنگس : اھو ائين ناھي! توھان سڀني کي چا ٿيو آھي؟ ھيءَ ريھرسل ھڪ مذاق ٿي پئي آھي! جيڪڏھن توھان کي ناٽڪ پسند ناھي تہ پلا آءُ چا ٿو ڪري سگھان؟

فيلڊ : (زور سان ڳالھائيندي ۽ ٽپ ڏيئي اٿندي) هيمنگس، ھيءُ ڪ ڪري سگھندو.

رابنسن : (ٽپ ڏيئي اٿندي)
”اھو تمام ڏورانھون خيال آھي،
۽ ھڪ خواب وانگر آھي، ڪ ڪانھي

هيمنگس : اھو ائين بلڪل نہ ٿي سگھندو! اسان کي انھن سڀن جي خاص ريھرسل ڪرڻي پوندي. ائين نہ ٿي سگھندو چپ ڪر، فيلڊ.

(فيلڊ وري زمين تي ويھي رھي ٿو)

برليج : ”تو کي برابر ھيون، ۽ اچا بہ وڌيڪ مرڻندا...“

ائين ٺيڪ آهي، هيمنڪس؟ ۽ اهو ڪيئن آهي
جو اها ڳالهه، تنهنجي دل ۾ اڃا تائين باقي آهي؟

رابنسن: ”پر مون کي وڌيڪ ياد ڪونهي.“

ارڊيج: اڄ کان ٻارهن سال اڳي، مرڻندا، ٻارهن سال اڳي، تنهنجو پيءُ ملان جو نواب هو ۽ وڏيءَ طاقت وارو شهزادو (شان ۽ رعب سان) منهنجو پيءُ ۽ تنهنجو، چاچو، ٿالي ائنٽونيو، ۽ مهرباني ڪري منهنجا لفظ غور سان ٻڌ- جو هڪ پيءُ اهڙو هاچيڪار ٿئي! اهو جنهن کي توکان پوءِ ٻيو نمبر سڄيءَ دنيا ۾ پيارو گهرندو هوس ۽ هن جي حوالي ڪيم.

(رابنسن، ماڇي هٿ تي مٿو جهڪائي، ننڊ ڪرڻ جو مڪر ڪري ٿو، جنهن کان ارڊيج جو ڌيان هٽي وڃي ٿو)

رابسن وڏي آواز سان ڪونگهرو هڻي ٿو. ان تي وڏو گوڙ مچي ٿو. رابسن ٽپ ڏيئي اٿي ٿو ۽ ڪرسيءَ جي پٺيان ڊوڙي ڏاڻي طرف اچي ٿو ۽ ارڊيج پٺيان اٿس. سلاءِ ۽ فيلڊ ٽپ ڏيئي هنن جي ٻوڏان وڃن ٿا ۽ گلبرن ٻه ڪلو اچن ٿو. ارڊيج رڙ ڪري چوي ٿو، ”آءٌ هن کان وڌيڪ برداشت نه ڪندس! هڪ بي ادب ڪتوا“ فيلڊ هيمنڪس کي رڙ ڪري چوي ٿو ”ڏسين ٿو نه هيمنڪس لاءِ هي معاملو ڪيئن آهي. صفا بيڪار آهي!“

هيمنگس روئڻ جهڙو آواز ڪري چوي ٿو، رابنسن، اربيج، اوهان ويهندا؟ ڪورڊيل اچا تائين پس منظر ۾ گم آهي. [انهيءَ گوڙ گهمسان جي عين شباب، ۾ شيڪسپيئر اندر اچي ٿو ۽ هن جي پٺيان بين جونسن آهي.

شيڪسپيئر: (ڏائي طرفِ ڪان وچ تي) هيلو، هيمنگس، هيءَ چا آهي؟ ڏک بربيج شڪايت ڪري ٿو ته منهنجي ناٽڪ ۾ جوش يا درد جي اظهار جو موقعو نٿو ملي.

هيمنگس: هيءَ مرض ورثي ڇورو، ان وقت ڪونگهرا هٽي ٿو، جنهن مهل اربيج پنهنجي شروعاتي ڏکهيءَ تقرير جي عين وچ ۾ آهي.

شيڪسپيئر: شايد اها تمام ڏکهي آهي. خيال وري به سٺو آهي! مرنندا ڪي الهيءَ سين ۾ سمهيل هئڻ گهرجي پر ڪونگهرا بند ڪرڻا پوندا (هو سڀ ساڄي هٿ ڪان ٻاهر وڃن ٿا، سواءِ شيڪسپيئر، بين جونسن ۽ ڪونڊيل جي، جنهن گوڙ گهمسان مهل مٿي نهاريو هو، پر هاڻي وري پڙهڻ ڪي چالو ڪري ٿو)

بين جانسن (شيڪسپير ڏانهن ساڄي طرف ڪان وچ تي اچي ٿو، جيڪو ڏائي هٿ تي وچ تي بيٺو آهي) خدايا، چا يار، اهو آهي طريقو ناٽڪ ڪرڻ جو؟ ول، مون ڪيئي ڀيرا توکي لوڪ صلاح ڏني آهي، جنهن تي تو عمل نه ڪيو آهي ۽ هاڻي- هڪ بيوقوف]

ڇوڪري طرفان حماقت جو ناٽڪ.

شيڪسپير: مون تنهنجي صلاح جو هميشه قدر ڪيو آهي، بين.

بين جونسن: پر ڪڏهن به عمل نه ڪيو اٿي!

شيڪسپير: بين، تو جوليس قيصر واري ناٽڪ جي لفظن تي اعتراض ڪيو هو، سي مون بدلايا هئا!

بين جونسن: ”قيصر ڪڏهن به ڪنهن منصفانه سبب کان سواءِ ناحق نه ڪيو“- هو، هو. ول، تون اهي سٽون ڦيرايون هيون. ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها، جو تون هزارين سٽون بدلائين ها! پر تنهنجو هيءُ ڪيل، آءٌ ڏسڻ چاهيان ٿو. ول، توکي ياد آهي ته هن مون کي پنهنجو ’مجسمو‘ سڏيو هو. معلوم ٿو ٿئي ته اهي ڏينهن گذري ويا! جديد دور ۾ هاڻي جڏهن ڪين درٻار لاءِ ناٽڪ گهرجي، تڏهن پنهنجي پراڻي مجسمي کي فراموش ڪري ڇڏين ٿا!

شيڪسپير: نه، پر هيءُ اهو ناٽڪ ناهي، بين.

جونسن بين: ڇا اهي ’ماسڪ‘ ناٽڪ ناهي؟ ته پوءِ ڪهڙي بلا آهي؟

شيڪسپير: بين، هيءُ ذرا مختلف آهي. هيءُ لارڊ چيمبرلين جي حڪم سان اسان جي ڪمپنيءَ کي ڪرڻو آهي.

بين جونسن: هم... اميد ته نه. ڇا، هي ’ماسڪ‘ ناهي؟ هاڻي، سچ پچين ته بس تون ٿي ائين ڪري

سگهڻ ٿو، ول .

شيڪسپير: معلوم ناهي. اهو هڪ قسم جو خيالي قصو آهي. هڪ قسم جو ”موسيقي ۾ ڇيل مذاق“. مون وٽ اڃا تائين ان جو نالو ڪونهي. آءٌ نالا ڪڍهن ۾ سوچي نه سگهندو آهيان. نيٺ ته، انهن جي اهميت ئي ڪهڙي آهي. ’جيڪي وڻيئي‘ يا ”دير آيد، درست آيد“.

بين جونسن: يار، وري تون پنهنجي قصيه خواني ۾ اچي پئين.

شيڪسپير: هڪ خيال جي چوري ڪرڻ ۾ آخر آهي ڇا؟ بين، سڀ نظريا مشترڪ ملڪيت آهن.

بين جونسن: ڪنهن ڇيو هو؟ آءٌ چوان ٿو، ول ”عظيم دماغ هڪ طرح سوچيندا آهن“، ۽ تون تون پنهنجا ناٽڪ جديد ڪچري تي لکين ٿو. ڇا! آءٌ توکي هڪ ناٽڪ نويس ٻڌايان ها ول- (ان موقعي تي ڪونڊيل ٽيمپيسٽ جي مسودي کي پڙهندي زوردار ٺموني ۾ ٺهڪ ڏئي ٿو ۽ بين جو خيال هٽائي ڇڏي ٿو. ڪونڊيل کي پاڻ کان بيخيالو ڏسي، هو ڳالهائڻ جو سلسلو جاري رکي ٿو) مون توکي ٻڌايو هو ته آءٌ پنهنجا سڀ ناٽڪ ڪري گڏ هڪ جلد ۾ شايع ڪرائي رهيو آهيان؟ (ڪونڊيل منهن مٿي ڪري غور سان ٻڌي ٿو) تنهنجا ناٽڪ توڙي ماڻهن جي هجوم کي چڪي آڻين ٿا، ته به ڇاپڻ جي لائق ناهن.

ڪونڊيل: (هڪ ٻه قدم اڳتي اچي) ول، توهان پنهنجا ڇو نه ٿا شايع ڪرين؟ سڀني ناٽڪن جو هڪ تصديق ٿيل جلد.

شيڪسپيئر: ٺيڪ، پر هٿري مون کي ٻين وانگر ڪتابن لکڻ جي دعويٰ ڪانهي.

(هيمنگس ٻنهين پاسي ساڄي طرف کان تڪڙو تڪڙو اچي ٿو. ڪيس جادوگر جو چوغو پيل آهي ۽ رابنسن مرڻيا جي پوشاڪ پائي ٻنيان اچيس ٿو) سڀ تيار آهيو، هيمنگس؟ (ڪونڊيل وري پڙهڻ ۾ لڳي وڃي ٿو) ڏسان ٿو ته ٻين اهڙي آسانيءَ سان راضي نه ٿيندو، تنهنڪري اسان کي بهترين ڪم ڪرڻو پوندو!

ٻين جونسن: (سامان جي صندوق طرف وڃي ويهندي) پوءِ ڀلا، شروع ڪريو.

هيمنگس: اسان کي ايئرل جي داخل ٿيڻ کان وٺي شروع ڪرڻ گهرجي، جيڪو اڪين کان غائب آهي ۽ جنهن جي ٻنيان فرڊيننڊ ڪي اچڻو آهي.

(ٻربيج وچ ۾ ڪرسي تي ويهي ٿو، رابنسن اسٽول تي سهي ٿو. شيڪسپيئر ڏائي طرف ڪرسيءَ تي ويهي ٿو).

چا، اوهين تيار آهيو، ڪائوفي فيلڊ؟

(ڪائوفي ساڄي طرف کان وچ تي ايئرل جي ڪردار ۾ داخل ٿئي ٿو ۽ ڳائي ٿو).

فيلڊ: هي موسيقي ڪٿي هوندي؟ هوا ۾ يا زمين

ٿي؟ هيٺئر ته بند ٿي ويئي، اها وري ڪم ٿي ويئي؛
نه، نه، وري شروع ٿئي ٿي.
ڪائونفي: ”پورا پنج ميل هيٺ، تنهنجو پيءُ پيو آهي
هن جي هڏن مان مرجان ٺهي پيا آهن؛
هن جون جيڪي اکيون هيون، سي هاڻي موتي آهن؛
هن جي ڪابه شيءِ ناس ٿئي نٿي، پر سامونڊي
تبديلي ڪائي ٿي؛
ڪنهن وڏيڪ عجيب ۽ قيمتي شيءِ ۾ بدلجي ٿي
سامونڊي پريون هر گهڙيءَ سندس موت تي
مرثيه ڳائين ٿيون“.
فيلڊ: ”هي ديوتا يقيناً منهنجي غرق ٿيل والد کي
ياد ڪري ٿو“.
پراسپيرو: (مرنڊا کي) ”تنهنجي اکين جا پوتيل
پردا چڙهن ٿا،
۽ ٻڌاءِ ته توکي دور ڇا پيو نظر اچي؟“.
رابنسن: (بي اعتباريءَ سان مٿي نهاريندي) ”اهو ڇا
آهي؟ ڪو ديوتا آهي؟“ يا خدا، اهو ڪيئن نه
هيڏانهن هوڏانهن پيو ڏسي! (اٿي ٿو)

پراسپيرو: ”نه ڇوري، اهو کائيندو آهي، سمهندو
آهي ۽ اهڙا حواس اٿس، جهڙا اسان کي آهن. هي
بهادر جيڪو تون ڏسين ٿي، سو طوفان ۾ اسان سان
گڏ هو، ۽ هن کي اهڙو داغ آهي، جيڪو خوبصورتيءَ
کي کائيندڙ ڪينئون آهي، توکي کيس نيڪ انسان

سڏڻ گهرجي، هن جا ساٿي گم ٿي ويا آهن ۽ هو ڪين ڳولڻ لاءِ ترسيل آهي“.

رابنسن: مون کي ڪيس خدائي دنيا جي ڪا چيز سمجهڻ گهرجي.

(بريج ڏائي طرف ڦري ٿو ۽ ايٿرل سان پاسيرو ڳالهائي ٿو ۽ فيلڊ ۽ رابنسن ۾ اڻڏٺل گفتگو هلي ٿي).

بريج: (منهن پاسيرو ڪري) ”جيئن منهنجي مرضي آهي، تيئن ٿي ڏسان ٿو ته ٿيندو رهي ٿو. روح، او نيڪ روح، آءٌ توکي هن نيڪيءَ لاءِ ٻن ڏينهن اندر آزاد ڪندس“.

فيلڊ: يقيناً، جنهن نيڪيءَ لاءِ هيءَ موسيقي هلي ٿي! (جهڪي) منهنجي دعا قبول ڪر، ٻڌاءِ ته تون ڪنواري ڇوڪري آهين يا نه؟“

رابنسن: ”ڪو عجب نه آهي، آقا، پر يقيناً آءٌ ڪنواري ڇوڪري آهيان“.

فيلڊ: ”آها، جيڪڏهن ڪنواري آهين ۽ تنهنجي ٻئي ڪنهن سان محبت نه آهي، ته آءٌ توکي نيپلس جي ملڪه بنائيندس“.

بريج: ”آهستي، سائين! (فيلڊ اٿي ٿو ۽ واپس وڃي ٿو) آءٌ توکي حڪم ٿو ڏيان ته منهنجي خدمت ۾ رهه.

فيلڊ: نه، مون کي پنهنجي مردانگيءَ جو قسم!

رابنسن: اهڙي مندر اندر ڪا به برائي نٿي رهي سگهي،

جڏهن ٻري روح کي اهڙو خوبصورت گهر آهي،
ته ٻوءِ نيڪ شيون هن سان گڏ رهڻ لاءِ
ڪوشش ڪنديون.''

برٽيج: (چپ ته ذاتي طرف وڃي ٿو) ''منهنجي
پٽيان اچ، هن لاءِ تون نه ڳالهاءِ، هو غدار آهي. اچ!
آءٌ تنهنجي پيرن ۽ گردن کي گڏي زنجيرن ۾ وجهندس،
سمنڊ جو پاڻي تون پيئنديئن.

فيلو: ''نه، آءٌ اهڙي خوراڪ جي مخالفت ڪندس
جيسين منهنجي دشمن کي وڌيڪ قوت اچي''.

رابنسن: (برٽيج طرف وينديي) ''او پيارا ابا ــــ''

ابن جونسن: (اٿندي ۽ ساڃي طرف ڪان اکيتي
ويندي) ول، ول، هي احمقانه ۽ ٿڪائيندڙ آهي!
هڪ ڏند ڪٿا! ڇا، لنڊن جا سڀ رهاڪو روئندڙ
پار ٿي ويا آهن.

برٽيج: ول، ابن ليڪ چوي ٿو. هي سٺو
ناٽڪ ناهي.

هيمنگس: (روڪيندي) ڇا، تون نٿو سمجهين ته
ڪو پراڻو الميه ناٽڪ هن موقعي تي وڌيڪ سلامتي
وارو ٿئي ها، ول؟

ابن جونسن: ڇا، تون هن کي مذاقيه نٿو سمجهين،
هيمنگس؟ منهنجي آخرين تخليق کي ڏس ــــ تنهنجو،
ڇا سڏيندينس؟ ''ونٽرس ٽيل'' ۽ پيو ڇا آهي؟

گلبرٽ: (وري دل لڳي) هائو، ڏسو ڪٿي هاڻي...
(هن دفعي وڌيڪ ننڊو هلي سگهي)

بين جونسن: پيريڪلس، پنهنجي ۽ آڪاڻي ذري ڳهٽ ويهن سالن ۾ ڦهليل آهي. تون صلاح وٺين ٿو ۽ هاڻي نتيجو ڪهڙو آهي؟ تنهنجا ناٽڪ گونگا ناٽڪ آهن، جي سيڪڙن ۾ نوڪرياڻين جي پڙهڻ لائق آهن!

شيڪسپيئر: مون کي تنهنجي ارسطوءَ جي ڪا به پرواه ناهي، بين، پر مرميڊ جي باري ۾ مون کي جيڪي به پڙهيون پيئون آهن، ان جي ڪري هن دفعي فقط چرچي خاطر آءٌ قاعدن تي هليو آهيان! منهنجي نئين ناٽڪ ۾، منظر پراسپيرو جي پٽ کان ڪڏهن به ننڍو هئي ۽ سڄو معاملو چوويهن ڪلاڪن ۾ پورو ٿئي ٿو.

بين جونسن: خير مٺي ناٽڪ کي لکڻ لاءِ گهڻو ڪجهه گهرجي ۽ مون ائين ته ڪڏهن به نه چيو هو ته اهو ئي سڀڪجهه آهي. پر اڄ (اڳتي اچي) هائو، ول. اسان کي جنهن چيز جي ضرورت آهي، سا آهي الميو. مصالحيدار شيءِ، جيڪا هڪ گهڙيءَ ۾ رحم سان ڀريل هجي ۽ ٻيءَ گهڙيءَ ۾ ڊپ وچان سندن ڪرنگهن مان سيرانيون نڪري وڃن.

گلبرٽ: هائو، ڪٿين ته عورتون "ڊيڊيمس" تي چيخون ڪري اٿيون هيون! سمجهان ٿو ته، ول ان جهڙو ناٽڪ وري نه لکيو آهي.

( هن روڪيو وڃي ٿو ۽ نيٺ هو صندوق طرف وڃي ٿو).

بين جونسن: مبالغي وارو ناٽڪ! چا، تون انهيءَ کي الميہ ٿو سڏين؟ پر ول جيڪڏهن هي مذاقيہ ناٽڪ هجي ها، تہ آءٌ توکان وڌيڪ ڪجھ نہ گهران ها. پر تنهنجي هن ڳالهہ ۾ مذاقيہ ناٽڪ جي ذره برابر بہ سنجيدگي ناهي. ان جي نصيحت ڪهڙي آهي؟ هاڻي پڇاڙ تہ آڪاڻي ڪهڙي آهي؟

شيڪسپيئر: سمجهان ٿو تہ ان ۾ ڪا نصيحت ڪانهي. پانيان ٿو تہ منهنجي ڪنهن بہ ناٽڪ ۾ نصيحت ڪانهي. آءٌ نہ واعظ آهيان ۽ نہ ماستر. آڪاڻي هيءَ آهي، جيتوڻيڪ سمجهان ٿو تہ تون منهنجي ڪنهن بہ ناٽڪ جو اندازه ان جي خاڪي سان نہ لڳائيندو آهين، هيءَ پراسپيرو حقي واجبي نيپلس جو نواب آهي، پر هن جو ڀاءُ، انٽونيو، نيپلس جي بادشاهہ ايلونسو جي مدد سان ڪيس ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ سندس معصوم ڌيءَ مرنڊا، سميت ڪيس ملڪ نيڪالي ڏني آهي. هو هڪ غيرآباد ٻيٽ ۾ اچي ٿو ۽ سالن تائين جادوءَ جو مطالعو ڪندي هن ٻن ڀوتن، ! يئرل تي، جيڪو هڪ هوائي روح آهي ۽ ڪئليبان تي قبضو ڪيو آهي، جيڪو هڪ وحشي ۽ رولو ديو آهي. جنهن وقت منهنجو ناٽڪ شروع ٿئي ٿو، تڏهن هو هڪ جهاز کي ٻوڙي ٿو،

جنهنڪري پاڻس انٽريو، ڏٺاس جي بادشاهه ۽ ٻئين، فرڊيننڊ سان گڏ ٻيٽ تي پهچي ٿو. خير، پراسپرو جي ارادي سان، مرنڊا ۽ فرڊيننڊ جي محبت ٿي وڃي ٿي ۽ جڏهن هو پاڻ سان پرچي وڃي ٿو، تڏهن جادوگري ترڪ ڪري پوئس واپس وڃي ٿو. ايئرل ڪئليبان سان ماڻهن کي ڪجهه تفريح ملي ٿي. ۽ ڦٽل جهاز جا خلاصي شراب جي نشي ۾ مدهوش ٿين ٿا. اها هڪ سٺي ۽ ڇهڪڻي واري سين آهي!

بين جونسن: اهو ته بلڪل هلڪو مود آهي!

برٻيج: ڇڏيو ۽ ٻاڌيءَ جهڙو، ول! ڪٿي آهي جوش جذبو ۽ ڪٿي آهي درد؟

هيمنگس: خير، مون کي معلوم ناهي. ٺئو ڇئي سگهان ته هنن سڀني رڪاوٽن سان ڀلا ريهرسل ڪيئن ڪري سگهنداسون؟

فيلڊ: (اوچتو ٻئين پڙدن وچان منهن ڪڍي) شروع ڪرڻ کان اڳ آءٌ مسٽر شيڪسپيئر ۽ مسٽر جونسن کان هڪ سوال پڇڻ چاهيان ٿو. اهو هيءُ آهي. ڀلا هن چوري رابنسن کي مرڻندا جو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ ڇو ٿو ڏنو وڃي، جڏهن هر ڪنهن کي خبر آهي ته آءٌ ...

(رابنسن کي پڙدي جي اندر کلندو ٻڌي سگهجي ٿو ۽ هيمنگس، جيڪو سخت بيصبريءَ ۾ ويٺو آهي، فيلڊ جي گم ٿيڻ سان رڙ ڪري چوي ٿو)

ڪونڊيل: ٻانيان ٿو ته انهن کي ياد ڪري
سگهندس. مون کي فقط اڌ درجن لفظ مليل آهن!

هيمنگس: خدا جي واسطي وڌيڪ رايا نه ڳهرجن!
اسين وقت اندر ڪئين تيار ٿي سگهنداسين؟ ول تون
ٿي سمجهين هي متان آهين (پريشان ٿي) پوءِ چا ٿيندو
هن مون کي خبر به موڪلي; مون وٽ هن جي جاءِ
ڀرڻ لاءِ ڪو ماڻهو به ڪونهي. هاڻي، ڪٿليبان جو
پارٽ ڪير ڪندو؟

شيڪسپيئر: چو، بين ڪٿليبان جو ڪردار ادا
ڪندو. ڪئين ڪٿليبان؟

(ڪونڊيل ٻرانچ کي سڏي ٿو، بين ڏانهن اشارو
ڪري ڏيکاريس ٿو ۽ ڪلي ٿو)

بين جونسن: اهو آهي چا ـ ڪٿليبان؟ (هيمنگس
ڪيس سندس مسودو ڏي ٿو)

شيڪسپيئر: هو هڪ ديو آهي. (انهيءَ ڳالهه تي
لڪل نموني ۾ کل ٿئي ٿي)

بين جونسن: مون کي اوهان کي مدد ڏيڻ لاءِ
انهيءَ جو پارٽ اڙهڻ ۾ اعتراض ڪونهي پر، ول،
اميد ته انهيءَ ۾ ڪا به شخصي ڳالهه نه هوندي ديو؟

شيڪسپيئر: آءٌ شخصي بغض ڪڍڻ لاءِ پنهنجن
ناٽڪن کي استعمال نه ڪندو آهيان ـ تو کي خبر
آهي، بين.

بين جونسن: خير، توکي مون ۾ اداڪاري ڪرڻ جي اميد نه رکڻ گهرجي.

هيمنگس: اڇو ته، ڪم شروع ڪريون — ڪم شروع ڪريون. صورتحال اها آهي، بين. نيپلس جي نواب اڻاونسو، يعني مون تي، پراسپيرو جي پاڙ، جيڪو ڪونڊيل آهي، (هو ڪونڊيل ڪي ڏيکاري ٿو ته ڏائي طرف وچ تي ڪٿي بيهي) تن تي پراسپيرو ٽوٽو هٽي ڇڏيو آهي. اسان اڄا هن ڪي نه ڏٺو آهي، ۽ اسين پنهنجي غنودگيءَ مان نڪري رهيا آهيون. ول، تنهنجي داخلا هتان ٿيندي. (ڪيس پٺئين پاسي ڏائي طرف بيهاري) هاڻي، ڊڪ.

(هو پنهنجا پنهنجا ڪردار اختيار ڪن ٿا)

برنيج: ”سندس سمجهه وڌي رهي آهي، ۽ اينڊڙ ڇولي جلد ئي ڪناري ڪي معقول حد تائين پوري ڇڏيندي، جيڪو هن وقت خراب ۽ گپ سان پوريل آهي. اڄا تائين ڪنهن جي به نظر مون تي نه پيئي آهي ۽ نه ڪو مون کي سڃاڻي ٿو: ايئرل، منهنجي ڪمري مان ٽوپي ۽ ترار ڪڍي اچ“.

ڪانوف: (ساڄي هٿ کان ڊوڙندي ۽ برنيج اهي شيون پائيندي ڏسائي ٿو).

(برنيج ڪي پنهنجون شيون سڌي طرح پائڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ وڃي ٿو).

برنيج: ”اڙي، اهو ته منهنجو نازڪ ايئرل آهي!

آءٌ توکي ياد ڪندس، پر تنهن هوندي بہ توکي آزادي هوندي: انهن بادشاهہ جي جهاز لاءِ جيئن تون نظر ڪان ڪل آهين، اتي تون ڏسندين خلاصين کي ستل بادبانن هيٺان، ڪپتان ۽ پيڙي هلائيندڙ جا اکين تا، ڪين دريءَ هن هنڌ وڌي اچ، ۽ هينئر جو هينئر، آءٌ توکي منٿ ٿو ڪريان.،،

گانوف: آءٌ پنهنجي اکيان واءَ پهتان ٿو ۽ موٽان ٿو، (هو ڏائي هٿ تي پنيان ڊوڙي ٿو).

برابيچ: ،،ڏسو سائين، بادشاهہ، ملان جو نواب پراسپيرو، ناحق ڪيل،،.

هيمنگس: تون اهو آهين بہ، يا نہ.

برابيچ: ،،توکي اجا تائين هن بيٽ جون ڳالهيون ڏسيون آهن، جيڪي توکي ڪن ڳالهين تي يقين ڪرڻ نہ ڏينديون. ڀلي ڪري آيا، منهنجا دوستو!

هيمنگس: ،،جيڪڏهن تون آهين واقعي پراسپيرو، تہ ڏي اسان کي پنهنجي رياست جا تفصيل، هن ساموندي ڪناري تي جهاز تي جهاز ٽٽي پيو هو، جتي مون وڃايو آهي، اڙي انهيءَ يادگيريءَ جي حقيقت ڪهڙي نہ تلخ آهي! پنهنجو پيارو پٽ، فرڊيننڊ،،.

برابيچ: ،،مون کي انهيءَ لاءِ ڏاڍو ڏک آهي، سائين،،.

هيمنگس: ،،اهو نقصان ناقابل تلافي آهي.،،

بربيج: ”آءٌ البت سمجهان ٿو،
ته تون انهيءَ جي مدد طلب نه ڪئي آهي، آن
جي مهربانيءَ جي، اهڙي ٿي نقصان لاءِ، مونکي ان
جي شاهي امداد مليل آهي، ۽ آءٌ هاڻ ڪي مطمئن
ڪري تسليءَ ڏيان ٿو.“
هيمنڪس: ”توکي ته ساڳيو ٿي نقصان!“
بربيج: ايڏو وڏو، جيڏو تنهنجو ڪڏيل ڏک.

---

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڀُولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڀُولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)